# شيخ اياز

## تاريخ جي ڪٺهڙي ۾



سهيڙيندڙ

منصور قادر جوڻيجو

# شيخ اياز

## تاريخ جي ڪٺهڙي ۾

ليکڪ ۽ مرتب

منصور قادر جوڻيجو

سپيتا پبلڪيشن حيدرآباد
سنڌ

ڪتاب: شيخ اياز (تنقيد)

ليکڪ/ مرتب: منصور قادر جوڻيجو

ڳاڻيٽو: پنج سؤ سال 2000ع

ڇپائيندڙ: سڀيتا پبليڪشن حيدرآباد

ڇاپيندڙ: آڪاش پرنٽرس گاڏي کاتو حيدرآباد سنڌ.

| Rs. 60/= | ملهه |
|---|---|



*Book:* *Shaikh Ayaz (Critic)*

*Author:* *Mansoor Qadir Junijo*

*Copies:* *500,* *Year: 2000*

*Publisher:* *Sabheeta Publication Hyd.*

*Printing:* *Aakash Printers Gari Khata Hyd. (Sindh)*

# مهاڳ

ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ شيخ اياز گذريل صديءَ ۾ سنڌ جو تمام وڏو شاعر ٿي اڀريو ۽ ادب جي آسمان تي روشن سج جيان چمڪندو رهيو. سندس ذات ڏانءُ ۽ ادبي نظريو سنڌ جي نوجوان ٽهيءَ لاءِ هڪ روشن راهہ بڻيو رهيو. جيتوڻيڪ سندس شخصيت متضاد رهي پر تنهن هوندي بہ علم ادب، دانش ۽ڏاهپ جي ميدان ۾ هن جو ڪوبہ مٽ يا ثاني پيدا نہ ٿيو.

سنڌي ماڻهن جي هڪ مخصوص نفسيات يا طرز عمل رهندو آيو آهي تہ اهي يا تہ سچا دوست بڻجي رهندا آهن يا وري ڪٽر دشمن – وچ واري رستي کي منافقت سمجهندا آهن. شيخ اياز جي معاملي ۾ پڻ اها سوچ برقرار رهي آهي. ڪجهہ همراهن جي نظر ۾ شيخ اياز فرشتو رهيو آهي، پوڄا ۽ عبادت جي لائق رهيو آهي. هن زندگيءَ ۾ ڪوبہ گناهہ يا غلطي ناهي ڪئي ۽ ڪن جي نظر ۾ هو اهڙو انسان رهيو آهي جيڪو غلطي بہ ڪري سگهي ٿو.

شيخ اياز جي زندگيءَ ۾ توڙي ان جي مئي پڄاڻان سندس شخصيت تي جيترو ڪجهہ لکيو ۽ چيو ويو آهي شايد ڪنهن بہ ماڻهو لاءِ لکيو ۽ چيو ويو هجي. ماضيءَ ۾ جڏهن شيخ اياز پنهنجي شاعريءَ جي ڪري برصغير ۾ مشهور ٿيو ۽ مڃتا جي بلندين تي پهتو تہ هن جي جذبن ۽ جوش کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ حڪمران طبقي (ذوالفقار علي ڀٽي خاص طور تي) شيخ اياز کي وائيس چانسلري جي آڇ ڪئي جيڪا هن فورن قبول ڪئي. اياز جي ذاتي حلقي دوستن يارن جو چوڻ هو تہ هن کي هڪ طرف وائيس چانسلريءَ جي آڇ ڪئي وئي. ٻئي پاسي جيل وڃڻ جي ڌمڪي ڏني وئي بهرحال هو سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بڻيو ان وقت سنڌ جي هڪ نوجوان شاعر تاج جويي هڪ پمفليٽ ڪڍيو

"اهي ئي راهون اهي ئي رهزن"

جنهن ۾ هن شيخ اياز کي ايترو تہ بدنام ۽خوار ڪيو جو ماڻهن کي ڏندين آڱريون اچي ويون. هن همراهہ جو هنياءُ پوءِ بہ نہ ٺريو ۽ هن هڪ شعر چيو جنهن ۾ اياز کي مخاطب ٿيندي هن لکيو تہ:

ذات جي ڏيهہ ۾ رات ٿيئي نہ آ،
گيت سنگيت جي مات ٿيئي نہ آ،
همسفر تون سڪن تي ڇڪن تي پئين،
ذات ويڪوءَ سان بات ٿيئي نہ آ.

۽ پوءِ تاريخ جو اهڙو ڦرڪو ڦريو جو تاج جوئي سنڌي ادبي سنگت جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان شيخ اياز کي حيدرآباد پريس ڪلب ۾ ڪوٺ ڏني ۽ هن جي ساراهه ۾ ايترو ڪجهه چيو جو سڀ حيران پريشان ٿي ويا. هڪ ڏاهي جو قول آهي ته ”جيڪڏهن ڪو شخص تنهنجي اهڙن گڻن کي ساراهي جيڪي تو ۾ ناهن ته سياڻي اهڙن اوگڻن جي نندا به ڪندو جيڪي تو منجهه نه هوندا.“ سو اهڙن ماڻهن کان ڊڄڻ گهرجي.

مون شيخ اياز جي زندگيءَ ۾ هڪ ننڍڙو ڪتاب لکي ڇپايو هو جنهن ۾ شيخ اياز جي دنيا جي ٻين وڏن شاعرن سان ڀيٽ ڪري ثابت ڪيو هو ته اسان جو عظيم شاعر انهن وڏن شاعرن جي ڀيٽ ۾ حڪمرانن آڏو ڪمزور ثابت ٿيو. ۽ هن پنهنجي شاعريءَ جو تقدس پائمال ڪيو. سنڌ جي نوجوانن کي جيڪا همت، ڏيڍ، توانائي ۽ طاقت شيخ اياز جي شاعريءَ مان هلي اياز انهن نوجوانن جي جذبن سان ڏوڪوڪيو. پر پوءِ به ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته ”شيخ اياز گذريل صديءَ جو تمام وڏو شاعر هو.“ وائيس چانسلريءَ جي دؤر ۾شيخ اياز جي قلم جيڪو ابتڙ ڪردار ادا ڪيو، ان سندس شاعريءَ کي شرمائي وڌو هو. ۽ شيخ اياز واقعي ڪمزور ۽ بي همت ثابت ٿيو جو ته هن پنهنجي غلطين اوڻاين ۽ ڪچاين جو ڪوبه اعتراف نه ڪيو. جڏهن ته سيد اعظم سائين جي ايم سيد وڏي واڪي پنهنجي غلطين جو اعتراف لکت ۾ ڪيو. ته جيئن منهنجي قوم محسوس ڪري ته ”مان هڪ اهڙو انسان هوس جنهن کان هي هي غلطيون ٿيون. ان اعتراف جي ڪري سيد جي عظمت ۾ واڌارو ٿيو ۽ هڪ وڏي ماڻهوءَ جي اهائي وڏي سچائپ آهي.

جنهن شاعريءَ جو بنيادي پيغام اهو هجي ته ”ڏونگر ڏاري ويندا سين، زندان اڏاري ويندا سين، زنجير پگهاري ويندا سين آڳ لڳائي ويندا سين، ٻاڙڻ ٻاري ويندا سين وغيره وغيره. ان شاعريءَ جي خالق جو قلم جيڪڏهن زخم ڏئي يا ڏنب ڏئي ۽ پاڙيائپ واري رستي تي وڃي وڃي ته پوءِ عمل ۽ ڪردار جو فيصلو ڪير ڪندو...!! تاريخ جا اهي ورق جيڪي روشني بجاءِ اونده جو ڏڀ ڏيکارين، اهي شيخ اياز کي کهڙي قطار ۾ بيهاريندا. ان جو فيصلو تاريخ ڪندي. جو ته شيخ اياز پنهنجي وائيس چانسلريءَ جي دؤر ۾ جيڪي قلمي زخم ۽ گهاو ڏنا اهي وسرڻ جا ناهن. ڀلي اِج تاج جويو يا ان جو ٽولو ان کي وساري ڇڏي پر تاريخ سچ کي سچ ۽ ڪوڙ کي ڪوڙ ثابت ڪندي. مثال طور اياز جي وائيس چانسلريءَ واري دؤر ۾ جيڪي هي ڪم ٿيا. ان جو ازالو اِج تائين ٿي ناهي سگهيو.

(1) 27- سنڌي شاگردن کي نه رڳو تعليم جي حق کان محروم

ڪيو ويو ۽ انهن کي ريسٽيڪيٽ ڪيو ويو پر انهن کي اشتهاري ملزم قرار ڏيندي انهن جي زنده يا مرده گرفتاريءَ تي انعام رکيو ويو. (ماضيءَ جي هڪ وڪيل ۽ وائيس چانسلر جي دؤر ۾ اهڙا حڪم جاري ٿيا جيڪي عدل ۽ انصاف جي خلاف هئا. تاريخ ۾ پهريون ڀيرو سنڌ يونيورسٽي جي شاگردن لاءِ ايڏي وڏي سزا جو اعلان ڪيو ويو، جنهن تي سنڌ جي هن عظيم شاعر شيخ اياز جي قلم ضحيح ڪئي، افسوس)

(2) سنڌ يونيورسٽيءَ جي ستن سينئر استادن کي چئن ڪلاڪن اندر ڄامشورو ڪيمپس مان نيڪالي ڏني ويئي. ۽ پٽيوالن ۽ چوڪيدارن کان انهن جي بي عزتي ڪرائي وئي. انهن جي ننگن ۾ هٿ وجهرايا ويا. ۽ بي عزتو ڪري ڪين ڪيڏرايو ويو، انهن ۾ محمد الياس ابڙو به شامل هو جيڪو شيخ اياز کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بڻجي آيو ۽ هن شريف ساٿهوءَ شيخ اياز جي رکيل سمورن ماڻهن کي نوڪرين تي برقرار رکيو ۽ انهن ماڻهن کي معاف ڪيو جن ڏکا ڏئي ڪيس ڄامشورو ڪيمپس مان ڪڍيو هو.

(3) شيخ اياز جي دؤر ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پهريون ڀيرو غير سنڌي استاد وڏي تعداد ۾ ڀرتي ڪيا ويا. ڪيترن ئي غير سنڌي شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي ذاتي پسند جي بنياد تي نه رڳو ڀرتي ڪيو ويو پر ناپاس ٿيل شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي يونيورسٽي امتحاني رڪارڊ ۾ ڦير ڦار ڪري پاس ڪرايو ويو ۽ انهن کي يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري ڏني ويئي. ڪافي ڏارين استادن کي وڏين وڏين پگهارن ۽ سهوليتن تي سنڌ يونيورسٽي ۾ ڀرتي ڪري انهن کان پنهنجي شاعري ترجمو ڪرائي وئي. جن ۾ حمايت علي شاعر، احمد سليم، جوهر حسين شامل هئا.

(4) سنڌ يونيورسٽي جهڙي مقدس تعليمي اداري کي پهريون ڀيرو پوليس اسٽيٽ ۾ تبديل ڪيو ويو. چو ته ان وقت سپاف ڪمزور پوزيشن ۾ هئي ۽ ڀيٽي صاحب جو زور هو ته جيئي سنڌ کي هر طرح سان ختم ڪري سپاف کي طاقتور بڻايو وڃي. ان لاءِ شيخ اياز پنهنجي سموري طاقت ۽ قوت جو مظاهرو ڪيو. هڪڙو ته اهڙو وقت آيو جو استادن ڊاڪٽر حميده کهڙو، قاضي آصف ۽ ميڊم مهتاب چنا (عرف مهتاب اڪبر راشدي) جي قيادت ۾ پيرين اگهاڙو جلوس ڪڍيو. ۽ ان کي به پوليس هٿان روڪرايو ويو ۽ لاٺي چارج ڪرائي منتشر ڪرايه ويو. ان ڏينهن سڄي ڄامشوري ڪيمپس مٿان تاريخ جي تمام وڏي فائرنگ ۽ شيلنگ ڪئي وئي ۽ ڪيئي استاد ڏندن، ۽ شيلنگ ۽ فائرنگ ۾ زخمي ٿيا.

(5) شيخ اياز جي دؤر حڪومت ۾ سنڌي شاگردن خاص ڪري

جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ڪارڪنن کي وحشيانه ۽ سخت سزائون ڏياريون ويون. ان دؤر ۾ حيدرآباد ۾ ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر قاضي سعيد احمد هو ۽ ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن عبدالله جي ميمڻ هو ۽ ٽيون شيخ اياز وائيس چانسلر هو جنهن جي گڏيل صلاح سان شاگردن جون گرفتاريون ۽ سزائون ٽينديون هيون.

(6) شيخ اياز جي آخري دؤر ۾ اڪثر ڪري سنڌ يونيورسٽي بند رهندي هئي. ايتريقدر جو 2- آڪٽوبر 1978ع واري واقعي دوران جنهن ۾ نواب شاهه ميڊيڪل ڪاليج جي هڪ شاگردياڻي شيرين سومرو سان ميجر ڪفايت زبردستي ڪئي وئي ۽ ان جي رد عمل ۾ سنڌ يونيورسٽي، مهراڻ يونيورسٽي ۽ ايل ايم سي جي شاگردن جيڪو تاريخي احتجاج ڪيو هو ان دوران شاگردن ۽ هٿياربند قانون لاڳو ڪندڙ ادارن وچ ۾ جيڪو جهيڙو ٿيو هو. ان جي نتيجي ۾ سنڌ يونيورسٽي ۽ ٻيا تعليمي ادارا پورو هڪ سال بند رهيا هئا. پر ان دوران شيخ اياز ۽ سنڌس لاڏليا سنڌ يونيورسٽي ۾ ويٺا هئا. ان دوران رات وچ ۾ ڀتين تي نعرا لکيا ويا ته "بند يونيورسٽي جو وائيس چانسلر شيخ استعيفي ڏي" وغيره.

(7) بهرحال اهو هڪ حقيقت آهي ته شيخ اياز سنڌ يونيورسٽي اندر شاگرد ڌرين ۾ نفاق وڌو. پئسا ورهائي سنڌ جي طاقت کي ٽوڙي ڪمزور ڪيو ۽ سنڌي شاگردن کي سنڌي شاگردن خلاف ويڙهائڻ جو ٻج ڇٽيو. جيڪو فصل هن وقت تائين به قائم آهي. اڄ به سنڌ اندر شاگرد ڌرين ۾ هڪ ٻئي خلاف جيڪا نفرت آهي، اها شيخ اياز جي پاليسين جي ڪري آهي.

(8) سڀ کان وڏيڪ جيڪو سنڌ دشمن عمل ۽ ڪردار هو اهو هي هو ته سنڌ جي چونڊ اديبن کي جيڪي ان وقت سنڌ لاءِ ڀهرئين مورچن تي وڙهي رهيا هئا، شيخ اياز سٽيين نوڪرين جو آسرو ڏئي سنڌ يونيورسٽي ۾ ڀرتي ڪرايو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو قومي تحريڪ جيڪا بنيادي اسٽيج ۾ هئي اها ٿڌي ٿي وئي. چند اديب ذاتي طور ته سڪيا ستايا ٿيا پر انهن به شيخ اياز جي نقش قدم تي هلڻ شروع ڪيو ۽ خوب کان خوب تر ڏانهن ڊوڙڻ لڳا. ان ۾ ابراهيم جويو، غلام علي الانا، حميد سنڌي، غلام رباني آگرو جا نالا ڪٿي سگهجن ٿا. تاريخ جي ستم ظريفي هيءَ ٿي جو 1947ع ۾ ورهاڱي بعد سنڌ جا هندو اديب سنڌ کان زبردستي ڪاٽا ڪيا ويا. ۽ 10- سالن تائين اهو خال برقرار رهيو. 1958ع ۾ ڀٽو صاحب آيو. جنهن وري سنڌي اديبن کي خريد ڪرڻ جي پڙي سنڌ يونيورسٽي ۾ ڪولي ۽ اڄ تائين اهي اديب لکڻ پڙهڻ کان لاچار ۽ بيوس ٻڌجي ويل آهن. ڀٽي صاحب جي دؤر ۾ مزاحمتي ادبي سرواڻ به هئا، جن جنگ جوٺي ڪوڙا، ڦٽڪا ۽ جيل زندان

سميت ٻيون سڙائون ڪاڏيون پر نہ وڪيا نہ جهڪيا، سائين جي ايم سيد، طارق اشرف، ابراهيم منشي، الهہ بچايو مرثاس، پناهہ جگر سنڌي، عبدالغفور الستي، ناز سنائي. مدد علي سنڌي، حفيظ قريشي وغيره.

ان ڪانسواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن جيڪي ڪري سگهجن ٿيون، پر مسئلو اهو ناهي تہ صرف شيخ اياز جو اوٽايون يا اوگڻ بيان ڪجن. دراصل حقيقتن جو اعتراف ڪجي تہ وڌيڪ بهتر ٿيندو. هي ڪتاب ان سلسلي لاءِ هڪ بنيادي دستاويز آهي. تہ جڏهن بہ شيخ اياز يا ان جي ٽولي جو ذڪر ٿئي تہ هي حقيقتون بہ اسان ماڻهن جي ذهن ۾ هجن. هينئر هو موجود ناهي، پر مان ان دؤر ۾ سنڌ يونيورسٽي جو شاگرد هوس جنهن دؤر ۾ شيخ اياز وائيس چانسلر هو. هڪ شاگرد جي حيثيت ۾ مون جيڪو ڏٺو ۽ ٻڌو اهو بيان ڪرڻ منهنجو اخلاقي فرض آهي. باقي عقيدي پرستي جي تقاضا اِها هوندي آهي تہ عشق انڌو هوندو آهي ۽ چڪور جهڙيءَ آڙيڪاپ عاشق کي چنڊ جي چهري تي اپريل داغ ڪڏهن بہ نظر ناهن ايندا. چڪور کي ڪير بہ سمجهائي نہ سگهندو تہ چنڊ پٿرن جو ڍير آهي.

"اڃي پڳ مَ پس اندر مڙيوئي اِڳڙيون"

**منصور قادر جوڻيجو**

گاڏي کاتو حيدرآباد سنڌ.

منصور قادر جوڻيجو:

# شيخ اياز ۽ دنيا جا انقلابي اديب

مونکي ياد آهي ١٩٦٩ع جو زمانو هو.... مان ناز پائلٽ سيڪنڊري اسڪول خيرپور ميرس ۾ ڇهين ڪلاس جو شاگرد هوس. مون کي تاريخ ياد ناهي ۽ نڪو ئي مهينو ياد آهي. اسان ڪلاس ۾ ويٺا هئاسون. اوچتو ئي ڪنن تي نعري بازيءَ جو پڙلاءُ پيو، اک ڇنڀ ۾ سڄي اسڪول ۾ ٽيهڙڪو مچي ويو ۽ هر ڪلاس ۾ ٻي ترڪيبيءَ جا ڪڪر ڇانئجي ويا. نعري بازي جو پنهنجو رعب ۽ دٻدٻو هوندو آهي، اسان جي پڙهائيءَ جو سمورو سلسلو ائين منتشر ۽ ڇڙوڇڙ ٿي ويو جئين ڪو پيارو خواب ڪنهن چرڪ ڪانپوءِ ٽٽي وڃي يا اياز جي لفظن ۾ ته:

هار هندوري مان ڪيرايو جيڪو منڌ مٺيءَ
موتي موتي ٿي ويو پيارا ڪنهن کي ڳولين ٿوا

روزانو گڏ ايندڙ ويندڙ دوست ۽ سنگتي ساٿي، ان جلوس جي اوچتي طوفان ۾ ڪک پن وانگر هيڏي هوڏي ٿي ويا ۽ اسان ان جلوس جو هڪ نه ٽٽندڙ حصو بڻجي خيرپور اسٽيشن ڏانهن وڌڻ لڳاسين، پڇا ڳاڇا ڪئين سين، خبر پئي ته "ون يونٽ جو ٺهري ڪوٽ ٽٽو آهي ۽ سنڌ ان قيد مان آزاد ٿي آهي. سنڌ سان گڏ سنڌ جا سورهيه پٽ به آزاد ٿيا آهن ۽ سنڌ جو هڪ عظيم پٽ شيخ اياز به حيدرآباد جيل مان آزاد ٿي پنهنجي وٽاڻ يعني سکر ڏانهن وڃي رهيو آهي، اڄ ان جو شانائتو استقبال ڪرڻ خاطر هي جلوس نڪتو آهي" ۽ پوءِ وري ساڳيا نعرا هئا. (جن لاءِ اياز ئي خود لکيو آهي ته نعرا قومن جي زندهه هئڻ جو ثبوت هوندا آهن).

ڪير جيئي - سنڌ جيئي
جيئي سنڌ - سدا جيئي. سنڌ جو آواز - شيخ اياز وغيره.

ان وقت تائين مون نه شيخ اياز جو نالو ٻڌو هو ۽ نه ئي ڪو سندس شعر پڙهيو هوم. بس "سنڌ جو آواز شيخ اياز" ۽ "جيئي سنڌ" جهڙا نعرا پڻ پهريون ڀيرو منهنجي ڪنن ۾ سچائيءَ جو سڏ بڻجي گونجيا هئا ۽ پهريون ڀيرو پنهنجي جسماني غلاميءَ جو

احساس ٿيو هو ۽ ان ڏينهن اٿين محسوس ڪيو هو جڻ ذهني غلاميءَ مان آزادي ملي آهي. ون يونٽ جي ٽهري ڪوٽ جو ڪرڻ ۽ سنڌ جي صوبائي حيثيت بحال ٿيڻ سنڌي ماڻهن جي پهرين فتح هئي. آزاديءَ جي پهرين ڏاڪي تي قدم رکڻ جي ابتدا هئي. اها جنگ اڃا تائين جاري آهي. شيخ اياز جي آزادي سنڌ جي آواز جي آزادي هئي، اٿين محسوس ٿيو هو جڻ مان آزاد ٿيو هان، هر هڪ سنڌي آزاد ٿيو آهي. ان ڏينهن خيرپور جي اسٽيشن جو منظر ڏسڻ وٽان هو، ريلوي انتظاميہ ريل بيهارڻ نہ ٿي گهري پر جذباتي نوجوانن پنهنجون سسيون پٽڙي تي وڇائي ڇڏيون هيون، ريل کي روڪڻ لاءِ.... ۽ سنڌ جي آواز کي ٻڌڻ لاءِ جيڪو قيد هو.... آواز جو ڪوبہ چهرو ناهي هوندو، ڪوبہ روپ ناهي هوندو، پر اسان سنڌ جي آواز جي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ راهن ۾ نيڻ وڇائي ڇڏيا هئا ۽ اها ريل جيڪا اتي نہ بيهي ها، نوجوانن جي جدوجهد سان بيٺي ۽ اڌ ڪلاڪ تائين اسان سنڌ جي آواز کي ٻڌوسين ۽ ڏٺوسين..... مون کي اصل لفظ ياد ناهن، پر ان آواز جي ساڳي صدا هئي.

”چو ”اياز“ اڄ وري ڇانو ڳولين پيو
پنڌ ڏاڍو پري آهي پانڌيئڙا“.

سچائيءَ جو اعتراف:-

ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ شيخ اياز سنڌي ٻوليءَ جي شاعر جي حيثيت ۾ هن صديءَ جو تمام وڏو ”نانءُ“ آهي، هڪ ڳالهہ دعويٰ سان مڃي سگهجي ٿي تہ جديد سنڌي شاعريءَ ۾ شيخ اياز نہ رڳو موجوده صديءَ جو پر گذريل ۽ ايندڙ صديءَ جو بہ تمام وڏو شاعر هوندو. شيخ اياز شاعريءَ جي ناتي سنڌ ۽ سنڌين جي سڃاڻ آهي ۽ رهندو. سندس هڪ شعر مطابق تہ:

ڪجهہ شاهہ ڏني، ڪجهہ شيخ ڏني
هن سنڌڙيءَ کي صورت لوڪو،

” شاعريءَ کي نئون روپ يا نئون اصلوب ڏيڻ شاهہ ۽ شيخ اياز جي پورهئي کي نظرانداز ڪري نٿو سگهجي، پر ان ڳالهہ سان ڪنهن بہ طريقي اتفاق نہ ٿو ڪري سگهجي تہ شيخ اياز کي لطيف ثاني ڪري لکيو يا سڏيو وڃي ڇو تہ ٻنهي جي عمل ۾ وڏو فرق آهي. (جيڪو اڳتي هلي لکندس) . باقي مون کي پنهنجي ذاتي حيثيت بابت هڪ اعتراف ڪرڻو آهي. ڇو تہ مان شيخ اياز بابت جيڪو ڪجهہ لکندس اهو سندس عمل بابت هوندو ۽ مون کي اياز آڏو پنهنجي ادبي حيثيـ . ـيءَ خبر آهي، مان مڃان ٿو تہ مان اياز جي شاعريءَ جي هڪ سٽ آڏو بلڪل اٿين آهيان، جيئن سج جي آڏو ڪو ڏيئو... پر مون

ڪي اهو به احساس آهي ته ڪاري اونداهي رات ۾ جڏهن سچ جو وجود ڪن مصلحتن جي آڙ ۾ لڪي ويندو آهي، تڏهن ڏيئو ئي ڪنهن جهوپڙيءَ ۾ روشن مينار هوندو آهي. مان مڃان ٿو ته شيخ اياز جو ماضي جدوجهد ۽ قربانيءَ جو هڪ نه وسرندڙ باب آهي ۽ منهنجو نڪوئي سياست ۽ نڪوئي ادب ۾ ڪو ڪارنامون آهي، جنهن جي بنياد تي مان شيخ اياز تي لفظن ذريعي آڱر کڻي سگهان. مون کي احساس آهي ته اياز جي شاعريءَ تي ڪو اياز ئي تنقيد ڪري سگهي ٿو ۽ منهنجو سندس ادبي پورهئي تي تنقيد ڪرڻ سج کي ڏيئو ڏيکارڻ برابر ٿيندو. خود اياز جي چوٽي ائين آهي جيئن هن ڪاڪ ڪوريا ڪاپڙيءَ ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي.

"ڪنهن چيو ته فلاڻي صاحب تنهنجي ادبي تخليقن تي تنقيد ڪئي آهي، مون پهاڙ تان هيٺ ڏٺو هڪ وچون پهاڙ جي پيرن وٽ هڪ پٿر کي ڏنگ هڻي رهيو هو ۽ پهاڙ خاموش ۽ اٽل هو".

مون کي نه رڳو احساس آهي پر پوري هوش حواس سان سمجهان ٿو ته شيخ اياز تي لکڻ لاءِ هڪ ماڻهوءَ کي صدين جو مطالعو ۽ جنمن جو مشاهدو کپي. هن وقت به شيخ اياز تي لکڻ مهل منهنجو ڌيان ذري ذري غلام محمد گراميءَ جي لکيل ان مضمون ڏانهن ٿو وڃي، جيڪو هن صاحب، سائين جي-ايم سيد مٿان تنقيد ڪرڻ وارن لاءِ لکيو هو. هن صاحب لکيو هو ته:

حضرت عيسيٰ جي موجودگيءَ ۾ هڪ ڏوهي ماڻهو کي سنگسار ڪرڻ جي سزا ڏني پئي وئي، ان ڏوهيءَ کي زمين ۾ پوريو ويو هو رڳو سندس منڍي ڌرتيءَ کان ٻاهر نڪتل هئي، سيني ماڻهن جي هٿن ۾ پٿر هئا ۽ هر ماڻهو واري جو انتظار ڪري رهيو هو. حضرت عيسيٰ اهو دل ڏاريندڙ منظر ڏسي منبر تي چڙهي بيٺو ۽ فرمايائين ته اي ماڻهوئو ٻڌو....! اوهان هن ماڻهوءَ کي پلي سنگسار ڪيو، پر ته هر ڏوهيءَ کي ان جي ڏوهه جي سزا ملڻ کپي، پر هڪ ڳالهه غور سان ٻڌو ته هن ڏوهي کي پهريون پٿر اهو ماڻهو هڻي، جنهن پنهنجي سڄي ڄمار دوران هن ماڻهوءَ جهڙو ڏوهه ناهي ڪيو....! اهو ٻڌي سيني ماڻهن پنهنجي پنهنجي هٿن مان پٿر اڇلائي ڇڏيا ۽ تڙي پکڙي ويا ۽ ڏوهيءَ کي آزادي ملي."

هن وقت منهنجي حالت به ساڳي آهي، سوچيان ٿو ته پاڻ کان قلم ڦري اڇلائي ڇڏيان، ڇو ته مون ڪڏهن به نه سوچيو هو ته مان شيخ اياز بابت پنهنجو رايو لکندس. ان دور ۾ جڏهن سندس وائيس چانسلريءَ جو آخري دور هو ۽ سنڌ يونيورسٽي جي اپ تي علم ۽ ڏاهپ جي ٽڪرن بجاءِ ڳوڙها گئس ۽ گولين جو مينهن وسندو هو، ان دور ۾ به

هر ڪنهن شيخ اياز جي غلطين کي هڪ شاعر جي غلطي سمجهي معاف ڪري ڇڏيو هو، پر اڄ جڏهن عبرت اخبار (۴-۱۲-۱۹۸۸ع) ۾ سکر جي نمائندي مشتاق گيلاني جي هيٺين خبر ڇپي آهي، تڏهن ضمير پنهنجي عقيدت پرستيءَ جا سڀ زنجير ٽوڙي لکڻ لاءِ اتساهيو آهي. عبرت جي خبر هيءَ آهي:

"سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر، دانشور: اديب، مفڪر، شاعر ۽ قانوندان شيخ اياز چيو آهي ته مون کي هميشه يقين هو ته شهيد ڀٽو کي تاريخ بيگناهه ثابت ڪندي، ڇاڪاڻ ته هو نه رڳو مدبر پر هڪ وڏو دورانديش سياستدان هو. هن پنهنجي سوچ ذريعي پاڪستان جي سيني صوبن کي مناسب حصو ڏنو. هن جو موت هميشه هڪ زخم وانگر عوام جي دلين ۾ دڪندو رهندو.

هن چيو بلاآخر عوام پاڻ خلاف هڪ شرمناڪ ظلم لاءِ ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو ۽ شهيد ڀٽو جي ڌيءَ بينظير ڀٽو کي ووٽ ڏئي نه رڳو ڪامياب ڪيو پر ان کي وزيراعظم بڻايو.

هن چيو ته بينظير ڀٽو هڪ بيمثال ليڊر آهي، جيڪا قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي انتهائي صلاحيتون رکي ٿي. هوءَ پنهنجي شهيد پيءُ ذوالفقار علي ڀٽي جي صحيح تصوير آهي. پاڪستان جي عوام جي موجوده اڪثريت چاهيندي هئي ته بينظير ڀٽو کي ڪامياب ڪيو وڃي ۽ مارشل لا واري دور جي ظلم ۽ ستم جو بدلو ورتو وڃي. هن چيو ته بينظير جي ڪاميابي شاهه لطيف ڀٽائي ۽ بُلي شاهه جي سچائيءَ وارن پيغامن واري جيت آهي. هن چيو ته مان پيپلز پارٽيءَ جي ڪاميابي تي بينظير ڀٽو کي مبارڪباد ڏيان ٿو، جيڪا مستقبل ۾ ملڪ ۾ جمهوريت لاءِ هڪ روشن مينار آهي. هن چيو ته مان پاڪستان جي دانشورن، اديبن، شاعرن ۽ مفڪرن کي اپيل ٿو ڪريان ته بينظير ڀٽو جو ساٿ ڏئي، ان جا هٿ مضبوط ڪن، جيئن ملڪ ۾ آيل جمهوريت کي فروغ ملي ۽ پاڪستان، تعمير، ترقي ۽ خوشحالي جي منزل تي پهچي سگهي."

تاريخ ڪنهن به مظلوم جو ڪير ناهي ڪاريندي، تاريخ هر دور ۾ هر مظلوم سان انصاف ڪيو آهي ۽ ڪندي رهندي، تاريخ شاهد آهي ته ڪابه حڪومت ۽ ڪوبه حڪمران ظلم ڪان سواءِ هلي ناهي سگهندو. اسان ڀٽي صاحب جي (شهادت.....!) موت کي حڪمرانئي واري دور ۾ ڪيل ظلم جو ردعمل سمجهون ٿا ۽ ضياءُالحق به تاريخ جي اهڙي ئي رد عمل جو شڪار ٿيو آهي. رهيو سوال ته پيپلز پارٽيءَ جي فتح، شاهه لطيف ۽ بُلي شاهه جي سچائيءَ واري پيغامن جي فتح چوڻ، شيخ اياز جهڙي عظيم شاعر جي زبان مان نٿو سونهين، اسان کي شيخ صاحب جي انهن لفظن ۽ ڀٽي صاحب جي هيٺين لفظن ۾

ساڳي سوچ ۽ جذبي جو تسلسل نظر ٿو اچي، جڏهن شاهه لطيف جي ميلي ۾ جنرل ايوب خان کي مخاطب ٿيندي ڀٽي صاحب چيو هو ته "اڄ جيڪڏهن ڀٽائي صاحب زنده هجي ها ته ضرور جنرل ايوب کي گلن جا هار پارائي ها." تاريخ جي نظر ۾ شاعر ۽ سياستدان جي سوچ ۾ هڪ جهڙائي جو اهڙو مظاهرو حيرت ناڪ آهي، جيڪڏهن هڪ سياستدان، حڪمران جي هيٺائين ڪري ته اها ڳالهه سمجهه ۾ ايندڙ آهي، پر جڏهن ڪو قومي شاعر حڪمران جي هيٺائين وٺي ته اها ڳالهه سمجهه کان ٻاهر آهي. شاعر هميشه سچ جو طرفدار هوندو آهي ۽ سچ، حڪمران جي بندوق جي گوليءَ مان نه، پر مظلومن جي آهن ۽ دانهن مان جنم وٺندو آهي. مظلوم جي لڙڪن ۽ سڏڪن مان ئي سچ جو سج اڀرندو آهي. بينظير جيڪا اڄ حڪمران آهي، سا ڪلهه تاريخ جي نظر ۾ مظلوم هئي، ٿي سگهي ٿو ته مستقبل جي تاريخ ڪلهه جي مظلوم بينظير کي سياڻي جي ظالم حڪمران ثابت ڪري، جو ته تاريخ ۾ مظلوم ۽ حڪمران جو ٽڪراءُ اٽل رهيو آهي. اڄ لطيف زنده هجي ها ته شيخ اياز جي چاڻ بابت اهڙي دعويٰ جي ترديد ڪندي ضرور پنهنجو هيٺيون بيت پڙهي ها ته:

ايءُ نه مارن ريت جو سيڻ مٽائن سون تي

اڇيو عمر ڪوٽ ۾ ڪنديس ڪانه ڪريت،

پکن جي پريت، ماڙين مور نه مٽيان.

ذوالفقار علي ڀٽو ۽ شيخ اياز:-

ڪتاب لکن ٿا ته شهيد ڀٽو مطالعي جو ڏاڍو شوقين هو، ايتري قدر جو ڀٽي صاحب جو ڪوئي دوست سندس لاءِ تحفي طور ڪو ڪتاب آڻيندو هو ته اهو ڪتاب ڏسڻ کانپوءِ ڀٽو صاحب اهو چئي ڪتاب شڪريي سميت واپس ڪري ڇڏيندو هو ته، هن اهو ڪتاب ڪڏهوڪو پڙهي ڇڏيو آهي. ڪن ماڻهن مطابق ڀٽو صاحب تمام وڏو مفڪر مدبر دانشور ۽ ڏاهو ماڻهو هو. ان ڳالهه جو اعتراف جڳ مشهور دانشور ۽ فلاسافر برٽرينڊرسل به ڪيو آهي، پر هو (ڀٽو) طبيعتن ڏاڍو جذباتي ۽ جلدباز هو، جنهن ڪري پنهنجي دوستي، دشمنيءَ ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو هو. مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو هو ته ڀٽي صاحب جي مطالعي واري ڪمري ۾ پڙهائي واري ٽيبل تي هڪ (شو پيس) پينل هوندو هو، جنهن ۾ حضرت عيسيٰ جو مجسمو صليب تي ٽنگيل ڏيکاريو ويو هوءِ سندس ڦاسيءَ کان پوءِ نفسياتي ماهرن ان صليب تي ٽنگيل حضرت عيسيٰ واري مجسمي جي سندس ڦاسيءَ واري عمل سان ڀيٽ ڪندي چيو ته "ڀٽي صاحب پاڻ کي موت کان اڳ ئي ذهني ۽ عملي طور اهڙي موت لاءِ تيار ڪري ڇڏيو هو جو ته ڪيس خبر هئي ته گدڙ جي

سئو ورهين جي زندگيءَ کان شينهن جي هڪ ڏينهن واري زندگي بہ بهتر آهي ۽ ذلت جي زندگيءَ کان عزت جو موت بهتر آهي."

پر شايد اسان جي هن سنڌي شاعر شعرن لکڻ جي حد تائين ۽ انهن شعرن ذريعي پاڻ کي باشعور سنڌي ماڻهن وٽ مشهور ڪرڻ جي حد تائين محدود رکيو ۽ عملي زندگيءَ ۾ انهيءَ شاعري جي روح تائين پهچڻ جي جدوجهد نہ ڪئي، جڏهن تہ پاڻ لکيائين تہ: جهول جهلي جنهن وقت پتائي ڪرندا ڪنڌ هزار او يار سنڌڙيءَ تي سر ڪير نہ ڏيندو، سهندو ڪير ميار او يار.

يا

سر اياز اڄ ڏنو ڪنهن نہ چاتو تہ چو،
رت اڏيءَ تان اڏيو سنڌ ڏسندي رهي.

افسوس جو مقام آهي تہ ذوالفقار ڀٽي صاحب جنهن ڪڏهن بہ سر ڏيڻ جي دعوي نہ ڪئي، جنهن نہ ڪڏهن اصولن خاطر مرڻ جو نعرو هنيو ۽ نہ وري ڪڏهن سچ خاطر ڦاهيءَ چڙهڻ جي ڳالهہ ڪئي ۽ نہ ئي ڪڏهن پاڪستان لاءِ صليب تي ٽنگجڻ جي هام هنئي، پر سنڌ لاءِ سرن جون صدائون هڻندڙ اسان جو هي سنڌي شاعر شيخ اياز ڏسندو رهجي ويو ۽ ڀٽو صاحب ڦاسيءَ جي تختي تي اونچي ڳاٽ سان چڙهي تاريخ جي ورقن ۾ هميشہ لاءِ امر بڻجي ويو. ڀٽي صاحب سان هزار اختلاف ٿي سگهن ٿا ۽ آهن، پر جنهن بهادري واري موت کي هو مات ڪري ويو، ان تي هر سنڌي ماڻهو کي فخر آهي، ڇو تہ سنڌي ماڻهو جڏهن پنهنجا ارادا هماليہ وانگر اٽل ڪري ٿو، تڏهن دنيا جي ڪابہ طاقت ان کي جهڪائي نہ ٿي سگهي. ٻئي طرف اسان جو هي شاعر شيخ اياز هو، جنهن لاءِ سنڌس دشمن نما عقيدت پرستن هلايو تہ شيخ اياز ڪڏهن بہ وائس چانسلر نہ بڻجي ها ، پر ڀٽي صاحب ڪيس اسلام آباد گهرائي چيو تہ: "شيخ صاحب سڄي عمر سنڌ سنڌ ڪئي اٿئي، هاڻي مون توکي گهرايو آهي تہ نوڪري ۽ قيد مان جيڪو وڻئي سو قبول ڪر! "سو سائين صاحب جنهن سڄي عمر قيد ڪاٽيو، آخرڪار وائيس چانسلري قبول ڪئي! ان ۾ ڪيترو سچ آهي ۽ ڪيتري ملاوٽ. بهرحال اها حقيقت آهي تہ ڀٽي صاحب جهڙي آمريت پسند ۽ غير نظرياتي قسم جو ماڻهو اسان جي ٻي عمل هن شاعر کي تمام هلڪي قيمت ۾ خريد ڪري ويو، پر پاڻ اميراڻو ٻار ٿي ڪري بہ ڦاهي گهاٽ جا عذاب، ذهني جسماني ظلم ۽ تشدد يا ڦاسيءَ جو ڦندو ڏسي بہ نہ ڊنو ۽ نہ جهڪيو. هن تاريخ جي سيني ۾ ڪنهن امر دل جيان ڌڙڪڻ ۽ هميشہ زندهہ رهڻ لاءِ اهڙي تہ قرباني ڏني، جنهن جو شيخ اياز تصور بہ نٿو ڪري سگهجي. اسان کي اهو رڳو افسوس آهي تہ ڀٽي صاحب جهڙو حڪمران اسان جي

عظيم ۽ اڻ ملهائتي شاعر کي سستي اگهہ ۾ خريد ڪري ڪيس تاريخ جي نظرن ۾ ڪيرائي ويو. اسان کي جيترو پنهوار صاحب جي نہ جهڪڻ تي فخر آهي، ان کان بہ وڌيڪ شيخ اياز جي جهڪڻ ۽ وڪامڻ جو افسوس ۽ ڏک آهي، ڇو تہ اڄ يا سڀاڻ تاريخ، سنڌ ۽ سنڌ واسين کي اياز جي ڪيپي ويڃڻ جو ميهڻو ضرور ڏيندي، ڇو تہ اياز جو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر مقرر ڪرائڻ حڪمران طبقي جي هڪ عظيم فتح هئي. اسان تاريخ جي ايندڙ طوفاني دور کان ڊڄون ٿا. جڏهن سنڌي قوم جو ايندڙ نسل شيخ اياز جي مٿئين ڏنل شعر کي هيٺين ريت پڙهندو تہ:

"سر اياز اڄ وڪيو ڪنهن نہ ڄاتو تہ ڇو
سوڙو سستو ٿيو سنڌ ڏسندي رهي."

پنهوار صاحب سنڌ لاءِ هڪ ڏينهن بہ قيد نہ ڪاٽيو پر شيخ اياز پنهنجي اڌ ڄمار سنڌ لاءِ جيلن حوالي ڪئي. اڄ جڏهن سندس اخباري بيان ڪنهن نظرياتي جنگ بجاءِ شخصيت پرستي جو شڪار ٿا ڏسجن تڏهن هر سنڌي ماڻهو ڏک ٿو محسوس ڪري تہ جهڙو بيان پيپلز پارٽي جي تعلقي صدر کي ڏيڻ کپي، اهڙو بيان شيخ اياز جهڙو وڏو شاعر ڏئي تہ پوءِ سچ ۽ ڪوڙ ۾ فرق ڪيئن سڃاڻي سگهبو. اڄ جي صورتحال جي پس منظر ۾ شيخ اياز اهڙي قسم جا بيان ڇو ٿو ڏئي؟ انهن بي تڪن بيانن جو ڪهڙو ڪارڻ يا سبب ٿي سگهي ٿو؟ ڪهڙي مصلحت جي ڪري اهڙي قسم جي بيان بازي جي اياز جهڙي بي ڊپي ماڻهوءَ کي اوچتي ضرورت پيش آئي آهي، جيستائين پنهوار صاحب جي ڦاسيءَ جو واسطو آهي اها تاريخ جي ضرورت آهي تہ اهڙي ماڻهوءَ کي عقيدت جا گل پيش ڪيا وڃن، جيڪڏهن شيخ اياز سندس ساراهہ ۾ ڪجهہ بہ نہ لکيو تہ بہ سندس قرباني ايڏي تہ وڏي آهي جو سنڌ جهڙي جاگيرداراڻي سماج ۾ اڄ ڏينهن تائين جاگيردار طبقي مان پنهوار کان اڳ ڪنهن بہ ايڏي وڏي ماڻهوءَ اهڙي قسم جي قرباني نہ ڏني آهي. پنهوار صاحب جي ڦاسيءَ تارا مسيح جهڙي گمنام شخص کي بہ دنيا جو هڪ مشهور جلاد بڻائي ڇڏيو. شيخ اياز تہ سنڌ جو اڳئي تمام مشهور شاعر آهي.

باقي هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ شيخ اياز پنهوار صاحب يا سندس خاندان سان ڪيترو سچو ۽ مخلص آهي. اها ان مان ئي خبر پوي ٿي تہ پنهوار صاحب شيخ اياز کي ٧٧-١٩٧٦ع دوران وائيس چانسلر بڻايو هو ۽ هڪ سال اندر ئي پنهوار صاحب جو تختو اونڌو ڪيو ويو، پر شيخ اياز ان کان ٽي سال پوءِ بہ وائيس چانسلريءَ جي ڪرسيءَ کي چنبڙيو پيو رهيو. ايتري قدر جو پنهوار صاحب جي ڦاسيءَ کان پوءِ بہ ڪيترائي مهينا وائيس چانسلر بڻيو رهيو، جيڪڏهن شيخ اياز، پنهوار يا ان جي خاندان سان سچو هجي ها تہ پنهوار صاحب جي

تختي اونڌي ٿيڻ وقت يا سندس ڦاهيءَ وقت احتجاج طور وائيس چانسلريءَ کي ٺڏي ڇڏي ها ، پر هن مارشل لا جي به نوڪري ڏني ۽ ڪن سالن تائين ضياءَ شاهي جو ساٿ ڏنو. ڪرسيءَ جو به ڪيڏو نه نشو آهي! سندس آخري سال ۾ مون به سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شاگرد جي حيثيت سان داخلا ورتي هئي. آخري سال اياز پنهنجي ڪرسيءَ کي بچائڻ لاءِ هر ناجائز عمل ڪيو. سنڌ يونيورسٽي جهڙي مقدس تعليمي اداري ۾ آرٽس فيڪلٽيءَ مٿان تاريخ جي پهرين شيلنگ ۽ فائرنگ ٿي، پوليس آرٽس فيڪلٽيءَ جي اندر گهڙي سخت لاٺي چارج ڪئي اهو به نه ڏٺو ويو ته لٺ ڪنهن استاد تي ٿي وسي يا شاگرد تي، ٻوڙي پوليس جون انڌيون لٺيون بغير ڪنهن تميز ۽ فرق جي هر ڪنهن مٿان وسيون. ان عمل ۾ شيخ اياز جي روش خلاف سنڌ يونيورسٽيءَ جي تاريخ ۾ يونيورسٽيءَ جي استادن ڊاڪٽر حميده کهڙو ۽ محترمه مهتاب چنا (هاڻوڪي مهتاب اڪبر راشديءَ) جي اڳواڻيءَ ۾ احتجاج ڪندي "اي سي ٽو" تائين اگهاڙي پيرين هڪ وڏو جلوس ڪڍيو. ٿيڻ ته ائين کپندو هو ته شيخ اياز استعيفيٰ ڏئي ڇڏي ها پوءِ ڪٿي اهو بهانو ڪري ها ته مون پنهنجي صاحب جي ڦاسيءَ خلاف احتجاج طور استعيفيٰ ڏني آهي، پر شيخ صاحب ائين نه ڪيو ۽ پنهنجي وائيس چانسلريءَ جي مدي جي آخري ڏينهن تائين وائيس چانسلر تي رهيو، نه رڳو ايترو پر اسان جي معلومات مطابق ته وائيس چانسلري وڃڻ کانپوءِ شيخ صاحب ڪنهن ٻاهرين ملڪ ۾ سفير يا سنڌ صوبي جي هاءِ ڪورٽ جو جسٽس ٿيڻ لاءِ پڻ ڪوشش ڪئي هئي، پر ڪامياب ٿي نه سگهيو، پر ان جي ابتڙ تازو هلال پاڪستان ۾ سندس هڪ تقرير ڇپي آهي، جنهن ۾ اياز، شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس ۾ ١٢- ڊسمبر ١٩٨٨ع تي سپاف طرفان ملهايل جشن جمهوريت ۾ تقرير ڪندي ڪي نقطا هيٺين ريت فرمايا آهن، سندس تقريري فرمان هن ريت آهي

(١) اسان پنهنجي تاريخ جي بدترين دور مان نڪري چڪا آهيون، اسپين ۾ فرانڪو ۽ پورچوگال ۾ سالزار جي آمريت به جنرل ضياءُالحق جي آمريت کان چڱي هئي.

(٢) شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي گرفتاريءَ کان پوءِ مون ڇا ڇا نه ڏٺو! گليون ويران هيون، دروازا بند هئا، مان ڄڻ ته ڪوئي اجنبي هيس، سياري جي ولهه ۾ ٻاهرين جي تلاش ۾ هيس، مون کي ڏسي ڪتا ڏاڍو ڀونڪيا ها. مون ڏٺو ته هر ڪتي جو قد شينهن جيڏو ٿي ويو آهي.

(٣) ڪنهن مون کي چيو هو ته ضياءُالحق تنهنجو نالو به ******* تي رکيو آهي، مون هن کي جواب ڏنو هو ته قدرت جي ******* تي ته هر ڪوئي آهي. ڏسجي ته ڪنهن جو وارو اڳ ۾ ٿو اچي، مان ته هڪ سپنو آهيان ۽ سپني کي گوليءَ سان اڏائي نه ٿو

سگهجي. اوچتو ضياءَ قدرت جي هٿ لسٽ تي اچي ويو. ڪارونڀار ڪڪر هٽي ويا ۽ آزاديءَ جو سج نڪري نروار ٿيو.

(۴) ڀٽي جي شهادت کان پوءِ عوام ۾ بربريت ۽ وحدانيت جا جذبا اڀاريا ويا، ڪن ڪي سرعام ڦاسيون ڏنيون ويون، عوام کي ائين نچايو ويو جيئن مداري جي ڏيڪيءَ تي پولڙا نچايا ويندا آهن. پلاٽ، قرض ۽ ٻيا فائدا ڏئي بي ضمير سياستدان خريد ڪيا ويندا آهن.

(۵) تاريخ ڀٽي شهيد کي هن جي ڏيهه ۾ موٽائي آندو آهي. مون کان جڏهن ڪوئي پڇندو آهي ته ضياءَ مان ڪيئن نجات ملندي؟ مان هن کي چوندو هوس ته تاريخ جي (****************** ******) مان آسرو نه لاهجي.

(٦) ائين ٿي لڳو ته ضياءَ به فرانڪو وانگر چاليهه سال اقتدار ۾ رهندو، پر هڪڙي اتفاقي يا شعوري حادثي دنيا بدلائي ڇڏي ۽ اها ڪوشش جيڪا ڪيئي سال ڪئي وئي هئي پهريون ڀيرو بار آور ٿي، اليڪشن طوفان وانگر ڪيئي جهونا وڻ پاڙان پٽي ڦٽي ڪيا ۽ عوام هڪ ئي ڌڪ سان آمريت جون ٽوٽيون ۽ ٽنيا ڊاهي ڍير ڪري ڇڏيا.

(٧) هاڻي جمهوري انقلاب اچي چڪو آهي، آمريت دفنائجي چڪي آهي، اوهان ٿي ويءَ تي ان جو ڳورو تابوت ڏٺو آهي، هاڻي اوهان تعليم ڏاهن توجهه ڏيو تعليم سان ئي نئين دنيا اڏي سگهجي ٿي، تعليم سان ئي نوان نعرا جنم وٺي سگهن ٿا. نعرا جيڪي زندگيءَ جا ته ساٿي هوندا آهن، پر موت جا نه.....!!

محترم شيخ اياز صاحب، گستاخي معاف!

اوهان جون مٿيون ڳالهيون تاريخ جي ورقن ۾ هڪ ڀامعنيٰ لفاظيءَ جو اضافو ته ٿي سگهن ٿيون، جوشيلو ۽ جذباتي اظهار راءِ ته ٿي سگهن ٿيون، پر سچ اُجا به اڻاهون آهي. انهن کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ صدين جو سينو لتاڙڻو پوندو. تاريخ جي رخ کي بدلائڻو پوندو. صدين جو سينو لتاڙڻ ۽ تاريخ جو رخ بدلائڻ انتهائي ڏکيو ڪم آهي. اسان اوهان جي هن سموري تقرير مان في الحال ان حقيقت کي ته مڃون ٿا جيڪو توهان هنن لفظن ۾ فرمايو آهي ته: "ڀٽي صاحب درخواست ڪئي هئي ته ڪيس سپريم ڪورٽ ۾ گهرائي ٻڌو وڃي، هن پنهنجي ڪيس ۾ پاڻ تقرير ڪرڻ ٿي چاهي. جڏهن ڀٽو صاحب ڪورٽ ۾ آيو ته سوين ماڻهن موجود هئا، جن ۾ قاضي عابد به هو. ڀٽو قيد جون سختيون سهي هڏڙا ٿي ويو هو، پر ان جي باوجود هن جي منهن تي عجيب رونق هئي، هو اڳي وانگر خوبصورت ٿي لڳو، هن جي جذبات جو اظهار اڳي وانگر ولوله انگيز ٿي لڳو. هن به ڏينهن ساڍا ٻارنهن ڪلاڪ ساندهه تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ ججن کي چيو:

"ڪنهن سرڪش انسان کي پنهنجي دور جي بادشاهہ موت جي سزا ڏني پڇيو ھو تہ تنهنجي آخري خواهش ڪهڙي آهي؟ هن جواب ڏنو هو تہ، "جي منهنجو سر وڍائين تہ گردن وٽان نہ پر سيني وٽان ڪپائجانءِ جيئن سيني ڪپيل ڪنڌن کان منهنجو ڪنڌ اونچو لڳي."

پٽي صاحب اهو ٻڌائي چيو تہ: "جي اوهان مونکي سزا ڏيو تہ مان بہ 'وهان کي ساڳي گذارش ڪرڻ چاهيندس." اهو ٻڌي سپريم ڪورٽ ۾ موجود مرد ۽ زالون سڏڪا پري رنا هئا. محترم شيخ صاحب جي ٻڌايل اها ئي هڪ ڳالهہ حق ۽ سچ جو هڪ ڪليل ثبوت آهي، پر اهو تہ ٿيو پٽي صاحب جو تاريخ جي عملي ميدان ۾ پنهنجي فتح جو اعلان ڪرڻ ۽ پٽي صاحب پنهنجو ڳاٽ تاريخ ۽ عوام جي نظرن ۾ اونچو ڪري ويو، پر اصل ۾ ڳالهہ اهي شيخ اياز جي ڳاٽ جي هن پنهنجو ڳاٽ حڪمرانن آڏو جهڪايو، جڏهن تہ پٽي صاحب حڪمرانن آڏو پنهنجو ڳاٽ نہ جهڪايو. تاريخ جو هڪ عجيب و غريب فيصلو آهي جو سر ڏيڻ جون صدائون هڻندڙ شاعر عمل جي ميدان ۾ سر بچائڻ واري سياستدان کان شڪست کائي ويو. ان کي تاريخ جو فيصلو چئون يا تاريخ جو ستم.....!! اهو سچ آهي تاريخ آڏو هن پنهنجو ڳاٽ اونچو ڪيو، پر اوهان پنهنجي ڳاٽ جي ڳالهہ ڪريو. باقي اوهان جي تقرير جا مٿيان "ڪٽ پيس" اسان جي سمجهہ کان مٿي آهن.

(۱) محترم شيخ صاحب اوهان چيو آهي تہ جنرل فرانڪو جي آمريت ضياءَ جي آمريت کان چڱي هئي، پر اسان جي نظر ۾ تہ آمريت ڪنهن جي بہ هجي، آمريت هوندي آهي. پو ءِ اها جنرل ضياءَ جي هجي يا جنرل فرانڪو جي هجي، هر آمريت اوندهہ جو تصور پيش ڪندي آهي. آمريت وارن ملڪن ۾ سچ جي روشني هوندي بہ گهگهہ اونداهي هوندي آهي.

(۲) شهيد پٽي ڪانپورءِ جن ماڻهن جا قد ننڍا ٿي ويا هئا، انهن کي هر ڪتي جو قد شينهن جي قد جي برابر ضرور نظر آيو هوندو. سنڌ ۾ اها پهرين روايت ٿا ٻڌون تہ سنڌ جو عظيم شاعر ڪتي جي قد کان ڊڄي ويو هجي، باقي سنڌ ۾ اصلي روايت هيءَ آهي تہ: "ڪتا ڀونڪندا رهندا آهن ۽ فقير رمندا رهندا آهن." انهن فقيرن لاءِ ڪتي جو قد ڪٿي ڪيڏو بہ ٿي وڃي، انهن جي صحت تي ڪوبہ فرق ناهي پوندو. فقيرن آڏو ڪتا صرف ڪتا ئي هوندا آهن جن جو ڪم رڳو ڀئنڪڻ ئي نہ پر وفاداري بہ هوندو آهي.

(۳) ٿيون تہ محترم عظيم شاعر، نہ رڳو توهان ضياءُالحق جي هٿ لسٽ تي هئا پر سچي سنڌ هئي، جو تہ هن کي هر سنڌي ماڻهو پٽو نظر ٿي آيو. شيخ اياز

جيڪڏهن جنرل ضياءَ جي هٽ لسٽ هجي ها ته ٽي سال ان جي دور ۾ ملازمت ڪرڻ بجاءِ استعيفيٰ ڏئي ڇڏيو ها، پر اوهان جنرل ضياءَ جي آمريت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هيٺيان ڪارناما سرانجام ڏنا پر توهان ٿي هن جي ظالماڻي ۽ آمراڻي اقتدار کي ٽيڪ ۽ سهارو ڏيڻ لاءِ نه رڳو هٿ وندايو پر هيٺيان عمل ڪري پنهنجو ذاتي ڪردار کي سنڌي نوجوانن آڏو مشڪوڪ بڻايو.

(الف) ..... سنڌ يونيورسٽيءَ کي پهريون ڀيرو پوليس اسٽيٽ ۾ تبديل ڪرايو. ان کان اڳ ڪئمپس ۾ اندر پوليس اچڻ جي روايت نه هئي، ان غلط روايت جي ابتدا اوهان جي دور ۾ ٿي.

(ب) شيخ اياز صاحب توهان پنهنجي صاحب جو تختو اونڌو ٿيڻ ۽ آمريت مڙهجڻ وقت احتجاج ڪندي استعيفيٰ نه ڏني آمريت جي اڻ سڌي طرح حمايت ڪئي ۽ ٽي سال سانده ان آمريت جو ڪل پرزو ٿي ڪم ڪيو ۽ نه ئي پنهنجي صاحب جي ڦاسيءَ جي وقت احتجاج ڪندي استعيفيٰ ڏني، پر ڦاسيءَ وقت به سنڌ اندر احتجاج کي روڪڻ لاءِ حڪومت جي مدد ڪئي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ کي بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ تقريبن ڇهن مهينن تائين سنڌ يونيورسٽي مڪمل طور بند هئي.

(ٻ) ان وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر شيخ مبارڪ علي اياز بابت سنڌ جي باضمير رسالن لکيو ته، "بند يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر شيخ اياز".

(ڀ) محترم شيخ اياز توهان جي دور ۾ ٢- آڪٽوبر ١٩٧٨ع تي آمريت جي هڪ پرزي ميجر ڪفايت پيپلز ميڊيڪل ڪاليج نواب شاهه جي هڪ سنڌي شاگردياڻي شيرين سومرو سان زوري زنا ڪئي، جنهن ڪري سنڌ يونيورسٽي، مهراڻ يونيورسٽي ۽ ايل ايم سيءَ جي شاگردن گڏيل نموني احتجاج ڪندي فوجي آمريت خلاف "يوم غيرت" ملهايو ۽ ان دوران يونيورسٽي ڄامشورو جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو منظم جلوس ڪڍيو ويو، جنهن ۾ مان به ذاتي طور شامل هوس. ان جلوس مٿان ڄامشورو ڦاٽڪ وٽ پوليس فائرنگ ڪئي، پر ان ڏينهن سنڌي شاگرد سر تريءَ تي رکي نڪتا هئا، تنهن ڪري هٿين خالي شاگردن پوليس کي ڀڄايو. آخرڪار بٺراج ڪالوني وٽ فوج ۽ شاگردن وچ ۾ دوبدو مقابلو ٿيو، جنهن ۾ هڪ فوجي مارجي ويو ڪجهه زخمي ٿيا ۽ ڪيئي شاگرد پڻ زخمي ٿيا. ان ڏينهن پهريون ڀيرو فوجي آمريت جي پٽ ۾ سنڌي شاگردن بندوق هلائڻ جي جرات ڪئي. پر ضياءَ آمريت جي لفظي مخالفت ڪندڙ شيخ اياز صاحب هزارين شاگردن مٿان ڪيس داخل ڪرايو.

(١) سنڌ يونيورسٽي تاريخ جي ڪنهن به ڏکئي دور ۾ اٺ مهينا بند نه ٿي، پر ٢

آڪٽوبر واري واقعي ڪانپوءِ اٺ مهينا مسلسل شيخ اياز يونيورسٽي بند ڪري ڇڏي.

(٢) جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ڪيٽي جي ڪارڪنن کي ريسٽيڪيٽ ڪيو ويو. شيخ اياز جن شاگردن کي ريسٽيڪيٽ ڪيو، انهن ۾ شاگرد سنگت جو صدر شبير لاکو، جنرل سيڪريٽري متارو ڏاهري، غلام نبي سومرو، قمر پٽي، مجيب شيخ (مرحوم)، اقبال نظاماڻي، علي محمد شاهه، عنايت هيسباڻي، شبير شاهه، بشير شاهاڻي، رحمت الله هيسباڻي ۽ ٻيا شامل هئا. ان کان سواءِ ستار موريو، ساجن ڏاهري، ناز سنائي ۽ ٻين ڪيترن ئي شاگردن جون داخلائون رد ڪيون ويون. رڳو ان ڪري جو اهي ضيا شاهيءَ جي آمريت خلاف هئا ۽ فوجي جنتا کي ناپسند هئا.

(٣) شيخ اياز جي دور ۾ سوين شاگردن جي پٺاڻن تي اڄ به ضيا شاهيءَ آمريت جي لڳايل ڪوڙن ۽ ڦٽڪن جا نشان موجود آهن، پر شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ انهن زخمن تي هڪ سٽ به لکيل ناهي، ڇو ته ان ۾ سندس به قاروني حڪم شامل هو.

ان مان ظاهر ٿيو ته شيخ اياز ضياءُ الحق جي ان بدترين ۽ وحشي آمريت جو پاڻهن ٻيلي ٻڌجي ڪم آيو. هاڻي فيصلو پڙهندڙ ڪن ته شيخ اياز جو عمل سچو هو يا سندس لفاظي سچي آهي، ٻنهي مان ڪو به هڪ ڪردار سچو ٿي سگهي ٿو.

(٤) پلاٽ، قرض ۽ ٻيا فائدا وٺندڙ سياستدان ته شيخ صاحب جي نظر ۾ بي ضمير آهن، پر جن قلم جي قيمت ڪرسي ۽ عهدن جي روپ ۾ حاصل ڪئي، انهن لاءِ ڪهڙو لفظ ڪم آڻجي، نه رڳو ڪرسي وٺڻ پر عوام جي پٺاڻن تي ڪوڙن هڻندڙن جو ساٿ ڏيڻ وارن کي ڇا چئون. افسوس جو منهن به پنهنجو آهي ته آئينو به پنهنجو آهي. شيخ اياز جو ئي هڪ شعر ياد ٿو اچي.

ڪهاڙيءَ ڏيان ڏوهه ڪهڙو "اياز"

ڪپي جڙ اسانجي ويو ڪاٺ ڳن.

عوام کي ڪو به آمر پولڙن وانگر ڌڪيءَ تي تڏهن ئي نچائي سگهي ٿو جڏهن اسان جا عظيم شاعر آمر حڪمرانن جي ڪهاڙيءَ جو ڳن ٿي استعمال ٿين ٿا، پر اسان جي باشعور سنڌي عوام ته ڪوڙا ڦٽڪا ۽ ڦاهيون کاڌيون ۽ اسان جا اهي ماڻهو پولڙن وانگر نچايا ويا، جيڪي اسان جي تاريخ جو ضمير ۽ خمير هئا. افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته انهن ۾ اسان جو اڪيلو قومي شاعر شيخ اياز به شامل آهي.

(٥) تاريخ هر ٻي ڏوهيءَ سان انصاف ڪندي آهي، تاريخ سچ جي ساٿي هوندي آهي ۽ ڪوڙ جي ويري هوندي آهي. شايد ان ڪري ئي تاريخ پٽي کي هن جي ڏيءَ ۾ موٽائي آندو آهي، پر تاريخ ڪيڏي نه بي رحم آهي جو شيخ مبارڪ علي کي شيخ اياز جي

روپ ۾ موٽائي ناهي سگهي. واقعي تاريخ ڏاڍي بي رحم آهي. ماضيءَ جو اڳوڻو شيخ اياز، مبارڪ علي ٽيڻ ڪانپوءِ وري ساڳيو شيخ اياز بڻجي ناهي سگهيو.

(٦) پنهنجي تقرير ۾ شيخ اياز صاحب فرمائي ٿو تہ اليڪشن طوفان وانگر جهونا وڻ پاڙان پٽي اڇلائي ڇڏيا. هڪ عظيم دانشور جي اهڙي سوچ تي مون جهڙوڻ چاڻ لڪي تہ ڇا لڪي؟! هن اليڪشن ۾ سنڌ پرستن هارايو ۽ وفاق پرستن کٽيو. پٽي صاحب کي ڦاسي ڏيندڙ ۽ ڏيارينڌڙ پنجاب کٽيو ۽ مظلوم سنڌين هارايو.- عقل، ذهن ۽ سوچ تہ هارايو پر جسمن کٽيو. مان تہ ائين چوندس تہ شيخ اياز هارايو ۽ علامہ اقبال کٽيو، ڇو تہ اخبارن ۾ شيخ اياز، محترم رسول بخش پليجي جي حمايت ڪئي هئي ۽ ان جي مقابلي ۾ بابو غلام حسين ميمڻ کٽيو. مان سمجهان ٿو تہ بابوءَ کان پليجو صاحب وڌيڪ سنڌ پرست هو ۽ سنڌين جي اسيمبليءَ ۾ جيتري نمائندگي پليجو صاحب ڪري سگهي ها اوتري ڦتل وڻ نہ ڪري سگهندا، پوءِ ڪٿي پليجو صاحب جهونو وڻ ڇو نہ هجي. اسان کي ڀين جي پيٽ ان مان وڌيڪ اميد هئي. سنڌ جي حقن جي تحفظ ڪرڻ جي هن اليڪشن ۾ عبدالحميد جتوئي بہ هارايو تہ ممتاز علي ڀٽي بہ، ڊاڪٽر حميده کهڙو بہ هارايو تہ ڇام ساقي بہ، يوسف لغاري بہ هارايو تہ يوسف ٽالپر بہ. شيخ اياز صاحب کي پنهنجي راءِ جي آزاديءَ جو هر ممڪن حق آهي، پر حقيقت پسندي اها آهي تہ سنڌ ۾ نڪو پيپلز پارٽيءَ کٽيو آهي ۽ نہ ئي وفاقي پرست سوچ کٽيو آهي. اسان جو عوام ايترو باشعور ناهي ٿيو جو وفاق پرستيءَ واري سوچ جو پوئلڳ بڻجي سگهي يا پيپلز پارٽيءَ جي منشور کي شيخ اياز جي شعرن وانگر ياد ڪري سگهي، پر منهنجي نظر ۾ سنڌ ۾ صرف ۽ صرف ڀٽي شهيد جي مظلوميت کٽيو آهي. سنڌ مظلومن ۽ مظلوميت جو ساٿ ڏنو آهي، جيڪو شعوري ساٿ آهي.

(٧) پنهنجي تقرير جي آخر ۾ سنڌ جو شاعر محترم اياز فرمائي ٿو تہ، "هاڻي جمهوري انقلاب اچي چڪو آهي ۽ آمريت دفنائجي چڪي آهي". ڇا آمريت جي نشانين ۽ مضبوط ترين نشانين جي موجودگيءَ ۾ بہ ڪوئي جمهوري انقلاب اچي سگهي ٿو؟ ملڪ جو اعليٰ ترين ادارو سينيٽ ساڳيو آهي، موجوده صدر غلام اسحاق خان ساڳيو آمريت جو وڏو بت آهي، جيڪو جنرل ضياءَ واري آمر جمهوريت ۾ سينيٽ جو چيئرمين هو ۽ پيپلز پارٽي بہ موجوده صدارتي چونڊن ۾ هڪ پراڻي بيورو ڪريٽ غلام اسحاق جو ساٿ ڏنو يعني هڪ سياسي ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ نوڪر شاهي (بيورو ڪريسي) جي هڪ مهري جي حمايت ڪئي، دفاع ۽ پرڏيهي معاملا فوج جي حوالي ڪيا. جنرل يعقوب علي کي وزير خارجہ بڻايو، جيڪو ضياءَ جي اسي سيڪڙو دور ۾ وزير خارجا رهيو ۽

افغانستان جي ساڳي پاليسي جاري رکي، ان کان سواءِ بينظير جا اڄ بہ آمريڪا اڳيان امداد لاءِ هٿ ٽنگيل آهن. ان کي جيڪڏهن شيخ اياز صاحب جمهوري انقلاب ٿو سمجهي ۽ آمريت کي دفنائجڻ جون عوائون ٿو ڪري تہ پوءِ اسان جهڙا اڀوجهہ سياسي ورڪر جا سمجهن، هي دور سٺ جو ڏهاڪو ناهي جو خوبصورت جملي تي سياسي ورڪر تاڙيون وڄائيندا رهجي وڃن، پر هي دور سوچ سمجهہ ۽ شعور جو دور آهي، جنهن ۾ تاڙيون وڄائڻ کان اڳ هر سياسي ورڪر سوچي ٿو.

شيخ اياز صاحب جي جادوگريءَ وارو اهو زمانو گذري ويو، جڏهن سنڌ جا نوجوان سنڌس شاعريءَ کي سچائيءَ جو آسماني صحيفو سمجهي قبول ڪندا هئا، اڄ سنڌس هڪ هڪ لفظ ۽ هڪ سٽ کي سنڌس هڪ هڪ سيڪنڊ ۽ هڪ هڪ منٽ جي عمل سان پيٽي پوءِ پڙهن ٿا. نوجوان ذهنن مان انڌي عقيدت پرستي ۽ لاشعوري پيروي جا سڀ بت پاش پاش ٿي چڪا آهن. گهر گهر گهٽي گهٽيءَ سچائي جا ڳولائو جنم وٺي چڪا آهن. اهي سمجهن ۽ محسوس ڪن ٿا تہ عملي زندگيءَ جي ميدان ۾ شهيد پٽي، شيخ اياز جي زندگيءَ کي بہ شڪست ڏني تہ ڦاسي تي چڙهي شيخ اياز کي موت جي ميدان ۾ بہ شڪست ڏني، زندگي ۽ موت جو عظيم تصور ۽ فلسفو سمجهائي ويو ۽ اڄ اياز پٽي شهيد جي مقابلي ۾ احساس ڪمتريءَ کي گهٽائڻ لاءِ اهڙي قسم جا بيان جاري ڪري ۽ تقريرون ڪري رهيو آهي.

بهرحال ستر واري ڏهاڪي دوران هن نندي ڪنڊ ۾ سنڌ ئي هڪ اهڙو بدنصيب خطو آهي، جنهن جي قومي آزادي جي علمبردار شاعر ڪنهن حڪمران جي بندوق آڏو پنهنجي قلم کي ڦٽو ڪيو هجي ۽ قوم جي آزاديءَ جي قيمت تي وائيس چانسلريءَ کي مٿانهون سمجهيو هجي، نہ تہ ان دور ۾ بلوچستان جو قومي شاعر گل خان نصير بغاوت جي ڏوهہ ۾ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ ١٥ (پندرنهن) سال سخت پورهئي سان قيد ڪاٽي رهيو هو. پختونستان جو قومي شاعر اجمل خان خٽڪ افغانستان ۾ جلاوطنيءَ جي جدوجهد لاءِ ڪم ڪري رهيو هو. سنڌي، بلوچ ۽ پشتون قومپرست اڳواڻ جيلن، زندانن ۽ ڦاسي گهاٽن ۾ ويهي پنهنجي قومي ڇوٽڪاري لاءِ سوچ ۽ ويچار ڪري رهيا هئا، انهن جو عوام جبلن جي چوٽين تي چڙهي زندگيءَ جي پناهہ ڳولي رهيو هو يا وري فوجي لانگ بوٽن هيٺان لتاڙجي رهيو هو، پر سنڌ جو عظيم قومي شاعر ڄامشوري جي عاشقانہ ماحول ۾، بهترين ايئرڪنڊيشنڊ ڊرائنگ رومن ۾ ويهي سنڌي قوم جي نوجوان نسل جا ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جا دڳ بند ڪرڻ خاطر انهن جي ريسٽيڪيٽ آرڊرن تي صحيحون ڪري رهيو هو يا وري ملٽري ڪينٽونمينٽ حيدرآباد ۾ جنرل قاضي سعيد، ڊي ايم ايل اي

حيدرآباد ڊويزن سان ميٽنگ ڪري سنڌي شاگردن خلاف گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري ڪرائي رهيو هو ۽ انهن کي ڪوڙن جي سزائن ڏيارڻ لاءِ چئي رهيو هو.

دنيا جي اديبن جي قرباني ۽ اسان جو شاعر:-

شاعري، ڪاغذ جي سيني مٿان رلندڙ ڪنهن سوچ يا خيال جو تصور ناهي هوندي، پر شاعري هڪ خوبصورت معمو هوندي آهي، جيڪا ڪڏهن ڪنهن محبوب جي خوبصورت مسڪراهٽ مان ڦٽي نڪرندي آهي. يا ڪنهن زخم جي درد مان ڦٽي نڪرندي آهي ڪي به لفظ بي معنيٰ ۽ بي جان ناهن هوندا. لفظن کي معنيٰ به هوندي آهي ته اهي جاندار هوندا، تنهن ڪري لفظن جو ناجائز استعمال وڏو ڏوهه ۽ مهاپاپ هوندو آهي. مان هڪ هڪ لفظ لکندي ڪوشش ڪئي آهي ته ڪنهن جي دل آزاري نه ٿئي، ڇو ته مان لکڻ جي معاملي ۾ هر قسم جي پاپ کان بچڻ ٿو چاهيان. شيخ اياز خود پنهنجي مشهور ڪتاب "ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي ته، "اهو شاعر جيڪو نفساني خواهشن ۾ فرار ڳولي. اهو ان چڪور جيان آهي، جيڪو چنڊ کان مايوس ٿي، ٽانڊي تي جهڙپ ڏئي." ساڳئي ڪتاب ۾ ٻئي هنڌ لکي ٿو ته، "جي چڪور چنڊ کي پڪو ته، نه چنڊ، چنڊ رهندو ۽ نه چڪور، چڪور رهندو." ٻه متضاد معنائون رکندڙ جملا هڪ ئي سوچ جي عڪاسي ڪندڙ آهن. لطيف سائين هڪ هنڌ فرمايو آهي ته،

"ڳوليان ڳوليان م لهان،
شال م ملان هوت!"

ساڳي سوچ جو عڪس آهي مٿئين شعر ۾........ پر شيخ اياز جيڪو چيو آهي عمل وري ان جي ابتڙ ڪيو اٿس. خود شيخ اياز وائيس چانسلريءَ کي پڪو ته قصو ان جي ابتڙ ٿيو. شيخ اياز ته شيخ اياز نه رهيو پر وائيس چانسلري اڄ به وائيس چانسلري آهي ۽ ان کي چئبو اهي چڪور جو چنڊ کان مايوس ٿي ٽانڊي تي، جهڙپ ڏيڻ.........!! وائيس چانسلريءَ کان پوءِ واري شيخ اياز جي شاعري مايوس لفظن تي ٻڌل سوچن جو مجموعو ٿي لڳي، انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته شيخ اياز پنهنجي ان عمل ۽ فيصلي کان مطمئن نه هو، ڇو ته ان دور ۾ اياز مظلومن جي مورچي مان نڪري ظالمن جي مورچي ۾ وڃي ويٺو ۽ مظلومن جي مورچي ۾ سندس هٿ ۾ قلم هو، جيڪو ظالمن جي خلاف توب کان وڌيڪ طاقتور ٿي استعمال ٿيو، جڏهن ته ظالمن جي مورچي تي ويهي اياز اهو قلم اڳلائي دشمن کي پنهنجو ڪلهو استعمال ڪرڻ ڏنو ۽ ظالمن سندس ڪلهي تي بندوق رکي مظلومن ڏانهن هلائي.

مان چاهيان ٿو ته هن موضوع، يعني "دنيا جا شهيد قلمڪار ۽ شيخ اياز" سان

انصاف تڏهن ٿيندو جڏهن انهن جي عملي زندگي ۽ ادبي زندگيءَ تي ڪجهہ چٽائي سان لکبو. دنيا جي انهن اديبن جن زندگيءَ جي ذاتي محرومين ۽ مايوسين سان ٺاهہ ۽ سمجهوتو ڪرڻ بجاءِ يا تہ خودڪشي ڪئي يا وري ڦاهيءَ جي ڦندي ۽ فائرنگ اسڪواڊ تي اچي بيهڻ کي ترجيح ڏني انهن جي زندگيءَ جو تعارف ضروري آهي. جيئن اسان جي عظيم سنڌي قلمڪارن مايوسيءَ کان پوءِ ذاتي مفاد خاطر زندگيءَ جو سودو ڪيو ڇو ڪيو ۽ ڪيئن ڪيو؟ جڏهن تہ دنيا جي وڏن قلمڪارن اصولن ۽ پنهنجي قومي مفاد خاطر پنهنجي ذات کي ڪيئن قربان ڪيو. انهن وچ ۾ فرق سمجهي سگهجي ۽ پڑهندڙ فيصلو ڪن تہ سچائي ڇا هي؟ مون پنهنجي ذاتي راءِ ڏيڻ کان شعوري طور پرهيز ڪئي.

پر دنيا جي تمام وڏن قلمر ڌڻين سدائين مظلومن جي مورچي تي بيهي مظلومن جو ساٿ ڏنو آهي ۽ ظالمن سان جنگ جوٽي آهي، انهن ڪيترن مان خود شيخ اياز بہ متاثر ٿو نظر اچي. روس جي عظيم شاعر مايا ڪو وسڪيءَ کي مخاطب ٿيندي اياز لکيو تہ:

مايا و وسڪي!

دوست!

ڪاش مون ۾ تو جيتري ارادي جي قوت هجي ها!

ولاديميئر مايا ڪورسڪي:-

(۱۸۹۳ - ۱۹۳۰) روس جو اهو شاعر هو جيڪو روس جي باغيانہ شاعري يعني مستقبل پسندي واري تحريڪ کان متاثر ٿيل هو، جنهن ذريعي پراڻي تهذيبي روايتن کي ٽوڙي، ماڻهن ۾ نئين شعور جو انقلاب پيدا ڪرڻو هو، ان جي شروعات ۱۹۱۰ع ۾ ٿي ۽ ان جي "مينيفيسٽو" تي مايا ڪو وسڪي بہ صحيح ڪئي هئي. مايا ڪو وسڪي ڏاڍو حساس هو، جڏهن هن پنهنجي وجود کي مايوسين جي گهيري ۾ ڏٺو ۽ ذاتي محبت ٽوڙي سياست ۾ مسلسل ناڪامي محسوس ڪئي تڏهن هن زندگيءَ ۾ مصلحت ڪرڻ بجاءِ ۱۹۳۰ ۾ خودڪشي ڪري ڇڏي. شيخ اياز روس جي هن عظيم شاعر مان ڪافي متاثر نظر ٿو اچي، ڇو تہ سنڌس هڪ شعر هن پنهنجي ڪتاب "واٽون ڦلن ڇانئيون" ۾ شامل ڪيو آهي. اهو نظر مايا ڪو وسڪيءَ خودڪشيءَ کان هڪ رات اڳ لکيو هو.

سمنڊ کي ننڊ اچي رهي آهي

روزمره جي زندگيءَ سان ٽڪرائجي

عشق جي ڪشتي ٽٽي پئي آهي

نهيو تنهنجو منهنجو حساب چڪتو!

هاڻي اجائي آهي فهرست ٺاهڻ

هڪ ٻئي ڪي ڏنل ڏکن جي،
غمن جي، دردن جي.....!!

پنهنجي هڪ ٻئي نظم "مان پيار ڪريان ٿو" ۾ پنهنجي وجود جي تصوير ڪشي ڪندي مايا ڪو وسڪي لکيو ته:

مان چاهيان ٿو، جتي ڀين جي دل سيني ۾ هوندي آهي
سيءَ ئي چاهڻ ٿا، ۽ جڏهن منهنجو وارو آيو
تڏهن تخليق جو علم چريو ٿي ويو
مان سچو ئي سچو دل ٻڌجي پيس
جيڪا سچي ئي بدن ۾ ڌڙڪي ٿي.

**ارنيسٽ هيمنگوي:-**

(١٨٩٩ - ١٩٦١) جنگ مشهور ناول (*** *** *** *** ***) جو خالق، آمريڪي ناول نويس ۽ افسانه نگار جنهن جي لکڻين نه رڳو آمريڪي ادب ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو، پر انگريزي ادب کي به متاثر ڪيو. ١٩٥٢ع ۾ ڪيس "اولڊ مين اينڊ دي سي" ناول تي نوبل پرائيز مليو، جڏهن زندگيءَ سان نباهه ڪري نه سگهيو تڏهن پنهنجو پاڻ کي پنهنجي ئي گوليءَ سان ختم ڪري "خودڪشي" جو مرتڪب ٿيو. سندس سوانح لکندڙ خودڪشيءَ کان اڳ چيل سندس هيٺيان لفظ نوٽ ڪيا آهن:

"انسان شڪست لاءِ پيدا ناهي ٿيو. انسان مري ته سگهي ٿو پر وڪامي يا هارائي نٿو سگهي!"

**چي گويرا:-**

(١٩٢٨ - ١٩٦٧) لاطيني آمريڪا جو عظيم انقلابي ۽ باغي شاعر چي گويرا ارجنٽائن ۾ پيدا ٿيو. هن ڇڪتسا زبان سکي ۽ ڪيوبا جي بغاوت کي نظرياتي موڙ ڏيندڙ به چي ئي رهيو ته بوليويا ۾ گوريلا جنگ وڙهندڙ به اهوئي هو. ڪيوبا جي انقلاب کان پوءِ چي گويرا کي ڪيوبا جي انقلابي حڪومت ۾ ٻيو نمبر پوزيشن مليل هئي پر هڪ رات اوچتو ئي اوچتو پنهنجي گهر مان غائب ٿي ويو ۽ پنهنجي پياري دوست فيڊرل ڪاسترو کي هڪ خط لکيائين ته :

"جڏهن کان وٺي جهنگل جي جنگي ميدان مان ڪيوبا جي حڪومتي ايوان ۾ آيو آهيان، جاڳ ننڊ ۾ منهنجي ڪنن تي دنيا جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ انسانن جون آهون، دانهون ۽ بندوقن جا آواز گونجندا رهيا آهن. مون ايئر ڪنڊيشنڊ محل نما بنگلن

۾ بہ ايترو آرام ۽ سڪون ناهي محسوس ڪيو جيترو جهنگلن ۾ ڪنڊن ۽ ڪانئن جي ڍير تي محسوس ٿيندو هو.مان خوشي ۽ ڏک جي گڏيل جذبن ۽ احساسن سان ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ توڪي انقلاب،آزادي ۽ حڪمراني مبارڪ هجي،مان واپس وڃي رهيو آهيان ۽ جيستائين دنيا جا سمورا مظلوم آزاد ناهن ٿيا منهنجي جنگ جاري رهندي.دنيا جون ٻيون مظلوم قومون مونکي سڏي رهيون آهن تنهن ڪري مان پنهنجي ڪيترن ئي پيارن دوستن،متن مائٽن کي ڇڏي وڃي رهيو آهيان انهن کي بہ ڇڏي وڃي رهيو آهيان جن مونکي پٽ جي حيثيت ۾ قبول ڪيو ان احساس جو زخم ڏاڍو گهرو آهي.منهنجا دوست".

پنهنجي ٻارڙن ڏانهن هڪ خط ۾ چي گويرا لکيو تہ :

"توهان جو پيءُ هڪ اهڙو ماڻهو رهيو آهي جنهن جو ڪجهہ سوچيو ان تي عمل بہ ڪيو.يقين رکجو تہ اهو پنهنجي نظريي سان مڪمل طور تي وفادار رهيو.

ياد رکجوا زندگيءَ ۾ جيڪڏهن ڪائي شي اهم آهي تہ اهو آهي انقلاب،انجي مقابلي ۾ اسان جي ذات اسانجو وجود ڪابہ اهميت ڪو نہ ٿو رکي.ٻيو تہ دنيا جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ سان ٿيندڙ ناانصافي کي پوري طرح محسوس ڪجو هڪ انقلابيءَ جي اهائي هڪ پرک ۽ خوبي آهي."

۽ هڪ شعر ۾ جيڪو هن فيڊرل ڪاسترو لاءِ لکيو ان ۾ چيو تہ :

"تون ڪڏهن بہ اهو تہ سوچجانءِ تہ
سوڪڙيون ،سونا تمغا ۽ عهدا
اسان جي آزادي ۽ ڇوٽڪاري جو بدل ٿي سگن ٿيون،
اسان کي بندوقن ۽ گولين جي خواهش آهي،
اسان ٻيو ڪجهہ بہ نٿا چاهيون، .
۽ جيڪڏهن رستي ۾ لوهي ديوار رڪاوٽ بڻجي،
آمريڪي تاريخ ڏانهن وڌندڙ ان رستي ڏانهن،
تہ...........اسان کي رکو
ڪيوبا جي ڳوڙهن جو ڪفن ڪپي،
جيڪو اسان جي گوريلا هڏين کي ڍڪي سگهي.

۽ آخرڪار بوليويا جي گهاٽن جهنگلن ۾ ڪنڊاون رستن تي هلندي هڪ انقلابي گوريلي جي حيثيت سان آمريڪي فوج جو مقابلو ڪندي چي گويرا موت جي هنج ۾ وڃي آرامي ٿيو ۽ موت وقت سندس چپن تي هي جملا هيا:"سچ ضرور اڀرندو اچو تہ زندگيءَ جي

بي نشان راهن تي هلي گيتن کي آزادي ڏياريون.جن سان اسان کي محبت ۽ پيار آهي."
مارٽن لوٿر ڪنگ:-
(١٩٦٨-١٩٢٩) نوبل انعام حاصل ڪندڙ آمريڪا جي ڏاکڻين علائقي اٽلانٽا جارجيا جو رهواسي هو ۽ پنهنجي همر جنس نيگرو عوام جي حقن جي جنگ وڙهندي ۴ اپريل ١٩٦٧ع تي شهيد ڪيو ويو هن پنهنجي اکين ۾ سدائين امن جو هڪ خوبصورت خواب سانڍي رکيو،هن اهو خواب نه رڳو هڪ شاعر وانگر پر هڪ فلسفي وانگر ۽ هڪ بهادر وانگر ڏٺو ۽ ان لاءِ عملي جدوجهد ڪئي.سندس هڪ خوبصورت ٽه سٽو آهي ته :
زندگي کي ڊيگهه طرف،ويڪر طرف ۽ اونچائي طرف ۾ وڌو هئڻ کپي".ان جي تشريح لکندي هن چيو ته ڊيگهه ڏانهن ذاتي خوابن سان جڙيل،ويکر ڏانهن سڄي دنيا سان ڳنڍيل ۽ اوچائي کان خدا تائين پنهنجي وڏي وجود تائين .
سندس هڪ خوبصورت نظم هيٺن ڇيل آهي :

مان اڪيلو وڙهندس
چاهي ڪٽيان
چاهي ٻڏي وڃان.
"اهو" نه کپي جيڪو اڇي آزاد ڪري
۽ نه ٿي وري عيسيٰ مسيح
جيڪو اڇي مون لاءِ مري."

**جيوليس فيوچڪ:-**
(٢٣-٢-١٩٠٣-٨-٩-١٩٤٣) "ڦاسيءَ جو ڇانو" ۾ دنيا جي ادب جا اهي يادگار ۽ عظيم ورق آهن، جيڪي چيڪو سلواڪيا جي عظيم قلمڪار جيوليس فيوچڪ ڦاسيءَ جي تختي جي ڇانو هيٺ ويهي لکيا. هٽلر جي نازي فوج جي چيڪو سلواڪيا تي قبضي ڪانپوءِ فيوچڪ تي جيل ۾ تشدد ڪيو ويو ۽ هن جو نازي عدالت ۾ ڪيس هلايو ويو ۽ آخر ڪيس فائرنگ اسڪواڊ تي بيهاري گولي هٽي ماريو ويو. فيوچڪ شاعر نه هو، ليڪن ان جي سيني اندر هڪ عظيم مفڪر ويٺل هو، جيڪو ڌرتيءَ جي سونهن سان پيار ڪندڙ شاعر وانگر هو. سندس هڪ شعر هن ريت آهي:
"ٻه قيدي موت جو هڪ گيت ڳائي رهيا آهن،
ليڪن اتي رڳو اهي آهن ۽ مان آهيان،
عظيم ماٺهوئو- مان اجا تائين مئو ناهيان.

مونکي هينئر ئي نہ دفنايو،
اهي منهنجو آواز ٻڌي نٿا سگهن،
ڇا مان سچ پچ مري ويو آهيان؟،
ڇا منهنجو جسم اهڙي طرح منهن ڀر پيو رهندو
۽ مان پنهنجي دفائڻ جو نظارو ڪندو رهندس؟"
ٻئي هنڌ لکي ٿو تہ:
"بهادر ۽ سورهيہ انسانن جي
خاندانن جا خاندان ماريا ويا
ان مان ڪنهن بہ هڪ کي پيار ڪرڻ لاءِ چونڊيو
ان لاءِ نيڪ اها ئي عزت رکجو
جيڪا ڪنهن اهڙي وڏي ماڻهو لاءِ ڪبي آهي
جيڪو مستقبل جي رٿائن ۽ منصوبن ۾
زنده رهندو آهي.

ڪاراباتا:-

(۱۹۲۲-۱۸۹۹) ۽ يوڪيومشما (۱۹۷۰ - ۱۹۲۵) ٻئي جپان جا ليکڪ ۽ قلمڪار هئا، ٻئي پاڻ ۾ سٺا دوست هئا. ٻنهي پنهنجي سموري زندگيءَ ۾ ادب لاءِ سر ٽوڙ ڪوششون ڪيون. ڪاواباتا کي ۱۹۲۸ع ۾ نوبل انعام مليو، هن هڪ هنڌ لکيو تہ، "مان گمر ٿيل صدين جو شهري آهيان، مان مشرق جي گمر ٿيل صدين کي ڏسڻ چاهيان ٿو، مونکي ٽالسٽاءِ متاثر ڪيو آهي ۽ مان دوستو وسڪي ۾ ٻڏي چڪو آهيان. مان شهرت جي کلي تصور کي ڇاڻان ٿو ۽ محبت، منهنجو ڌرتيءَ سان عظيم ٻڌڻ آهي." هن آخر پاڻ کي گيس ۾ گهٽي ماري ڇڏيو ۽ يوڪيو مشما هڪ هنڌ لکيو تہ، "انسان جي زندگيءَ جي تہ هڪ حد آهي پر مان هميشہ زنده رهڻ ٿو چاهيان." ۲۵ نومبر ۱۹۷۰ع تي ٻنپهرن جو ۳۰-۱۲ منٽن تي پوليس ڊاڪٽرن جي رپورٽ مطابق ريڊيو خبر ڏني تہ يوڪيو مشما "هارا ڪيري" ذريعي خودڪشي ڪئي آهي، تڏهن سڄو جپان سناٽي ۾ اچي ويو. جاپان جي روايت مطابق "هارا ڪيري" بهادر، خوبصورت ۽ آئيڊيل موت آهي.

اوسپ مينڊل استام:-

(۱۹۳۸-۱۸۹۱) "جديد روسي شاعري" جي مرتب ولاديميئر مارڪوف لکيو آهي تہ استام کي استالن جي باري ۾ هڪ طنزيہ نظم لکڻ جي ڏوهہ ۾ آمر استالن جي

حڪم تي ڪنسنٽريشن ڪيمپ موڪليو ويو، جتي هن مٿان سخت تشدد ۽ ظلم ڪيو ويو ۽ ان دوران هو شهيد ٿي ويو، پر سندس گيت اڄ به زنده آهن، اڄ اسٽالن تي سندس ئي ملڪ ۾ تنقيد ٿي رهي آهي گوربا چوف، جديد روس جي باني جنهن جي پروسٽرو ئيڪا ۽ گلاسڪونوسٽ واري فلسفي هڪ متحده سوويت يونين کي ٽڪرن ٽوٽن ۾ ورهائي ڇڏيو ان اڳوڻي روس جي سمورين خرابين جو ذميدار اسٽالن کي ڄاڻايو آهي. هاڻي ته اسٽالن جيءَ سوچن کي روس واسين طلاق ڏئي ڇڏي آهي، پر استام جون سوچون اڄ به روس جي ڌرتيءَ تي قبول ڪيون ٿيون وڃن. اها وقت جي هڪ آمر کان ان دور جي هڪ شاعر جي عظيم فتح آهي. ڏاڍ ۽ ظلم جي شڪست ۽ گيتن جي فتح آهي.

**گارشيا لورڪا:-**

(١٩٣٦ - ١٨٨٩) اسپين جو شاعر ۽ ڊراما نگار لورڪا، سوچن ۾ ڳر ٿي وينڊڙ ليکڪ هو. سندس شاعريءَ ۾ سدائين موت جو پڙاڏو گونجندو هو. اسپين ۾ خانه جنگي دوران سندس گهر تي حملو ڪري ڪيس گولي هڻي ماريو ويو. گوليءَ هن جي زندگي ته ختم ڪري ڇڏي، پر سندس شاعري اڄ به زنده آهي.

**موسيٰ جليل:-**

(١٩٤٤ - ١٩٠٦) روس ۾ اورن برگ ويجهو ڳوٺ مصطفينو ۾ هاريءَ جي گهر ۾ جنم ورتو، شروع کان وٺي ڪميونسٽ سوچ رکندو هو ۽ شاعري ڪندو هو. ٻي جنگ عظيم دوران فوج ۾ ڀرتي ٿيو ۽ جنگ هلندي پولينڊ ۾ گرفتار ٿيو ۽ اتي ئي ڪيس جنگي قيدي بڻائي ڪيمپ ۾ بند ڪيو ويو.

١٢- آگسٽ ١٩٤٣ع جي هڪ اونداهي رات جو ڪيس وارسا جيل اماڻيو ويو ۽ هڪ سال ڪانپوءِ ڊريسڊن جي عدالت هن قيدي شاعر کي گوليءَ سان اڏائڻ جو حڪم ڏنو ۽ سال جي آخر ۾ ڪيس فائرنگ اسڪواڊ آڏو بيهاري گولي هڻي وئي. هن جا امر گيت اڄ به زنده آهن ۽ ڪابه گولي يا ڪو فائرنگ اسڪواڊ هن جي گيتن کي موت جي سزا نه ڏئي سگهيو آهي. تاريخ شاهد آهي ته سچ ڪڏهن به ڪنهن گوليءَ ذريعي ناهي مئو.......... ڦاسي گهاٽ ۾ بند هن شاعر هڪ سئو پندرنهن نظم لکيا. جيڪي اڄ به هن جي زنده هئڻ جو جيئرو جاڳندو ثبوت آهن. موسيٰ جليل لکيو:

(١) دوستا! افسوس نه ڪجانءِ ته اسان هيئن وڇڙياسين.

ڌرتي تي هر هڪ جي تقدير ۾ موت لکيل آهي

انسان پنهنجي ورهن جي حد خود مقرر ڪندو آهي

ليڪن ورهه زندگيءَ جي ڪٿپ تائين محدود ناهن،

نہ ٿي ڪنهن جي جنم کان موت تائين جو وقت،
ڪو طئي ڪيل فاصلو آهي
سچي مقدر ۽ مقصد لاءِ وهندڙ رت،
سورهن کي امر بڻائيندو آهي،
۽ انهن جي مقصد کي جنمن تائين جيئڻ جي سگهہ ڏيندو آهي:
(٢) منهنجي گيتن سيکاريو آهي.
آزاديءَ سان پيار ڪرڻ،
۽ گيت ئي سيکاريندا بي ڊپو مرڻ،
منهنجي زندگي ماڻهن جو هڪ گيت آهي،
۽ منهنجو موت وڙهڻ لاءِ للڪار هوندو.
(٣) دشمنن کي مخاطب ٿيندي جليل لکيو:
قاتلو، مونکي گوڏن ڀر جهڪائڻ جون،
- بي ڪار ڪوششون نہ ڪريو.
اچو ۽ پڙو...... مونکي رحم جي خيرات نہ کپي،
رت ۾ پڏل اوهان جو هٿوڙو،
- منهنجي اک تہ ڀوني سگهندو،
مان گوڏن ڀر جهڪي نہ- پيرن تي بيهي مرندس!
موسيٰ جليل کي هيرو آف دي سوويت يونين روس جو اعزاز بہ مليل آهي ۽ ان سان گڏوگڏ کيس لينن پرائيز بہ مليو هو.
روچو ايميريڪا :-
ايلسلواڊور جي هڪ نوجوان شاعره هئي، جنهن جي اصل نالي جي بہ خبر ناهي، پر "روچيو ايميريڪا" جلاوطنيءَ دوران سندس فرضي نالو هو. گوريلا ٽريننگ ورتل هيءَ شاعره پنهنجي ڌرتيءَ جي ننگ ۽ ناموس، عزت ۽ آبروءِ خاطر وڙهندي، ١٩٨٢ع ۾ ايلسلواڊور ۾ هڪ گوريلا ايڪشن دوران مارجي ويئي، سندس شاعريءَ جو هڪ مختصر ڪتاب "ليٽر فرام ايلسلواڊور" تازو ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. سندس ڪجهہ شعر هن ريت آهن:
مان ڪجهہ چوڻ چاهيان ٿي.
پر پنهنجي ڪمزور جرمن زبان باعث
ڪجهہ بہ نٿي چئي سگهان.

مان چوڻ چاهيو پئي،
اسان جي جنگ جاري آهي،
اهي اسان کي ڪڏهن به ختم نٿا ڪري سگهن،
آخر ۾،
اسان جون نگاهون هڪبئي سان ٽڪربيون
تنهنجون نيريون اکيون
منهنجي ڳوڙهن سان ٽمٽار اکين سان
انقلاب اڳتي وڌي رهيو آهي.
محبت اڳتي وڌي رهي آهي.

**فرنيڊو گارڊيو سروانٽس:-**

(۱۹۴۰-۱۹٦۷) وچ آمريڪا جي ملڪ نڪارا گوا جي جنهن نوجوان ۽ جذباتي شاعر نه رڳو پنهنجي ڌرتيءَ جا گيت ڳايا پر شاگرديءَ جي دور ۾ شاگردن جي دلين ۾ ديس جي محبت جا ڏيئا روشن ڪيا ۽ جڏهن هن ڏٺو ته شاگرد سياست ڌرتيءَ جي آزاديءَ لاءِ ناڪافي آهي، تڏهن هن بندوق کڻي جهنگل جو رخ ڪيو ۽ گوريلا ٽريننگ ورتي، ڪڏهن بندوق ذريعي ۽ آخرڪار ديس خاطر وڙهندي مارجي ويو. سندس شعر هن ريت آهن.

"هڪ ديس جي ڪهاڻي"
ديس جي قيمت ٽيهه لک لڳائي وئي آهي.
جيڪڏهن ڪوئي وڪڻڻ چاهي،
ڪنهن چاهيو ۽ وڪڻي ڇڏيو،
۽ آخر ۾ دلداري ڏيندي چيائون ته
ڌرتيءَ جا پٽ صرف ڳائڻ لاءِ پيدا ٿيا آهن،
مونکي ٻڌايو ته هاڻي ديس جي آزاديءَ خاطر
جنگ ڇا هڪ خوبصورت گيت ناهي؟

"توکي خبر آهي"
ڇا توکي خبر آهي ته هو مري ويو،
۽ خبر اٿئي ته سندس قبر ڪٿي آهي؟
۽ خبر اٿئي ته هن کي ڪنهن دفنايو به يا نه؟
هو تنهنجو ياءُ هو، تنهنجي ڌرتي ماءُ جو پٽ،
۽ اڄ هو صرف دلين جي زمين ۾ دفن آهي،
۽ اسان جي زندگي جا ڏينهن،

هڪ ڳالهه ٻڌجي ٿيندا سندس قبر مٿان........

**بينجامن مولائيس:-**

ڏکڻ آفريڪا جي نوجوان ۽ قومپرست شاعر بينجامن مولائيس کي ١٨ آڪٽوبر ١٩٨٥ع تي صبح جو پرهه ڦٽي مهل ڪيپ ٽائون جي قيد ۾ ڦاسي ڏني وئي. ان صبح جي پهرين لاٽ بينجامن مولائيس جي رت جي ڳاڙهاڻ مان ڦٽي نڪتي هئي، ڏکڻ آفريڪا جي پورن بگهڙن (اقليتي گورن) دنيا جي اپيلن جي باوجود ڪاري شاعر کي ڦاسي ڏئي ڇڏي. اڻ صبح کان هڪ شام اڳ سندس ماءُ هن سان جيل ۾ آخري ملاقات ڪئي. ان عظيم ماءُ جي معرفت هن دنيا جي قومپرستن لاءِ هيٺيون پيغام اماڻيو.

"دنيا کي ٻڌائي ڇڏيو ته هڪ ڏينهن ڪارا قومپرست ڏکڻ آفريڪا جا حڪمران ٿي پيرندا. دنيا کي ٻڌائي ڇڏيو ته اسان سمورين مشڪلاتن تي فتح حاصل ڪنداسين، سياڻي ڦاهيءَ جي تختي تي منهنجي ريٽي رت جا نشان هوندا، منهنجو رت انهن ماڻهن لاءِ سبق هوندو جيڪي آزاديءَ جي سفر ۾ پنڌ رهجي ويندا."

بينجامن مولائيس ڦاسي گهاٽ جي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ ڪجهه گيت لکيا. انهن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا:

(١) اسان موت کان ڇو ڏڄون، موت ڪنهن کي به ناهي ڏيڄاريندو، جيڪو مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهي، جيڪو مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهي، اهو مٽيءَ ۾ ئي موٽي ويندو.

منهنجي موت جو ڏينهن وقت ۽ طريقو سڀڪجهه طئي ٿي چڪو آهي،

۽ مونکي پنهنجي انجام بابت هاڻي ڪو به گمان يا خوف ناهي رهيو.

جڏهن گمان، يقين ٻڌجي وڃي ۽ باطن، ظاهر ٿي وڃي، تڏهن خدا ۽ بندي وچ ۾ قائم رشتو ڪمزور بنجي ويندو آهي.

ڇو ته باطن جو علم ته رڳو خدا کي ئي آهي، خدا جيڪو قادر مطلق آهي.....!!

(٢) اهي سڀ فوجون جيڪي اڄ تائين پيش قدمي ڪري چڪيون آهن.

اهي سڀ ايوان جيڪي اڄ تائين پنهنجا اجلاس منعقد ڪري چڪا آهن.

هن ڌرتيءَ تي انساني زندگيءَ کي ايترو تبديل ڪري ناهن سگهيا.

جيترو هڪ اڪيلي زندگيءَ جي قرباني، تبديلي آڻي سگهي ٿي،

مونکي پنهنجي عمل تي فخر آهي، منهنجي خون جو مينهن،

ظلم ۽ تشدد جي طوفانن جو پيڇو ڪندو،

مونکي فخر آهي ته مان پنهنجي زندگي، موت جي حوالي ڪري رهيو آهيان،

پنهنجي هڪ ئي اڪيلي زندگي،

قوم جي زندگيءَ خاطر.....!!

مضمون ٣:-

# سنڌ جا شهيد
# ۽ شيخ اياز جي جمهوريت پسندي

(سنڌ جي تاريخ جي ٽن اهم انسانن شهيد مخدوم بلاول، شهيد شاهه عنايت شهيد ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي ڪردار جي، شيخ اياز جي ان انٽرويو جي روشني ۾ ڇنڊڇاڻ پيش ڪجي ٿي جيڪو هن تازو ريڊيئي پاڪستان ڪراچي جي هڪ رسالي پروگرام ۾ ڏنو هو)

سنڌ جي تاريخ ۾ ڪيئي اهڙا ڪردار آهن، جيڪي پنهنجي مخصوص عملن جي ڪري تاريخ جو هڪ باب بنجي ويا آهن. تاريخ جو عمل پنهنجي پوري رفتار سان جاري رهندو اچي، پر ان عمل جي رفتار کي تيز يا سست ڪرڻ ۾ فردن جو به ڪردار رهيو آهي ۽ اهڙي طريقي سان تاريخ ۾ فردن جو ڪردار به جڙندو رهيو آهي فرد جو اهو ڪردار ڪڏهن انفرادي به رهيو آهي ته ڪڏهن اجتماعي به رهيو آهي، اهو انهي حوالي سان ته هڪ فرد جڏهن صرف پنهنجي ذات لاءِ سوچي عمل ڪندو آهي پنهنجي غير معمولي صلاحيتن جي وسيلي انفرادي فائدي واري عمل کي منفي عمل چئبو آهي ۽ اهڙي عمل سان لاڳاپيل فرد تاريخ جو منفي ڪردار ليکيو ويندو آهي، ان جي برعڪس جيڪڏهن ڪو فرد اجتماعي سوچ جي حوالي سان عمل ڪندو آهي ته جنهن عمل ۾ اجتماعي فائدو هجي ته ان فرد جو اهو عمل تاريخ جو مثبت ڪردار ليکيو ويندو. بهرحال تاريخ ۾ فرد جو ڪردار ٻنهي رخن کان جڙندو رهيو آهي ۽ جڙندو رهندو.

اسان جڏهن به فردن جي ڪردار جي ڇنڊڇاڻ ڪنداسين ته ان لاءِ اسان کي ان فرد سان لاڳاپيل تاريخي ۽ سماجي حالتن جي به ڇنڊڇاڻ ڪرڻي پوندي، تنهن بعد ئي اسان تاريخي شخصيتن سان پورو ۽ صحيح اندازو ڪري سگهنداسين. هن مضمون ۾ اسان سنڌي قوم جي ٽن غير معمولي شخصيتن جي ڪردارن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪنداسين جنهن مان پڙهندڙ پاڻ اندازو لڳائين ته سنڌ جي تاريخ ۾ عظيم قرباني ڪنهن جي آهي سنڌ جو دانشور به اسان کي تاريخ جي ورقن ۾ ڪٿي ڪٿي وڪامجندي نظر ايندو، ان ڪري انهي ڳالهه تي بحث ڪرڻو ڪونهي ته اهڙن وڪائو دانشورن جي راءِ موجب اسان جا هيرا ڪهڙا آهن. بحث صرف هن ڳالهه تي آهي ته "ذوالفقار علي ڀٽي لاڳيتا به سال موت ۽ اذيت ناڪ

گهڙين کي اکين سان ڏٺو ۽ سٺو پوءِ بہ آءٌ نہ مڃي ،جڏهن تہ شهيد مخدوم بلاول ۽ شهيد شاهہ عنايت صرف چند گهڙين لاءِ موت جي اذيت ناڪ گهڙين کي برداشت ڪيو، انهي ڪري پنو صاحب وڌيڪ عظيم آهي". (انٽرويو شيخ اياز) هن مضمون مان هيءُ بہ مراد ڪانهي تہ پني صاحب جي ڪردار تي ڪو گند اڇلجي پر آئون هن مضمون جي وسيلي مٿين ٽنهي تاريخي شخصيتن جي سندن ڪردار جي حوالي سان چند ڇاڻ ڪري فيصلو پڙهندڙن جي حوالي ڪرڻ ٿو چاهيان تہ سندن قومي هيرا ڪهڙي ڪردار جا مالڪ ٿيڻ ڪپن.

شهيد مخدوم بلاول: هي سنڌ جو شهيد پنهنجي ڌرتي ۽ قوم جي آزادي لاءِ جان قربان ڪري سنڌ جي قومي تاريخ ۾ اعليٰ مقام ماڻي ويو. مخدوم بلاول جنهن کي ڌارين ارغونن وطن پرستيءَ، قومي غيرت ۽ سيڪيولر لاڙن جي پرچار جي ڏوهہ ۾ گهاڻي ۾ پيڙهائي ڇڏيو، ان جي موت جو منظر تہ ڏسو! جڏهن مخدوم صاحب کي گرفتار ڪري وقت جي ايمان فروش قاضيءَ جي روبرو پيش ڪيو ويو ۽ اتي مٿس ڪوڙي الزام تحت فرد جرم مڙهي موت جي سزا ٻڌائي وئي تہ پاڻ اها خوشي سان قبول ڪيائين ۽ جڏهن ڪانئس پڇيو ويو تہ تنهنجي جسم جو ڪهڙو حصو گهاڻي ۾ پهرين وڌو وڃي تہ پاڻ چيائين تہ "پهريان منهنجا پير گهاڻي ۾ وجهو تہ جيئن هڏين جي پچڻ جا تڙڪاٽ مان پنهنجن ڪنن سان ٻڌان تہ مون کي سڪون ملي وڃي تہ مان پنهنجي مادر وطن سنڌ تان سر قربان ڪري رهيو آهيان". هيءُ هو اهو موت جو اذيت ناڪ منظر جنهن ۾ مخدوم بلاول شهادت جو جام پيتو. هڪ طرف موت جو منظر ۽ ڪنهن ارڏي انسان کي موت ڏيڻ جي سزا تي عمل جو طريقو آهي تہ ٻئي طرف موت کي قبول ڪرڻ وارو مقصد ۽ ان مقصد سان والهانہ عشق اسان هتي شهيد مخدوم بلاول جي موت قبولڻ واري مقصد تي روشني وجهنداسين.

مخدوم بلاول کي جڏهن گهاڻي ۾ پيڙايو ويو تہ ان وقت سنڌ ملڪ ڌارين ارغونن جي قبضي ۾ هو، "ارغونن سنڌ کي جنهن نموني تاراج ڪيو ان جا ڪيترا مثال اسان کي ان وقت جي تاريخ مظهر شاهجهاني" ۾ ملن ٿا. ۾ هتي صرف هڪڙو مثال ڏيڻ ڪافي ٿيندو. ارغون حڪمران شاهہ حسن ارغون جي باري ۾ تاريخ "تاريخ شاهجهاني" جو ليڪڪ "ميرڪ يوسف" لکي ٿو تہ شاهہ حسن ارغون سفاڪيءَ ۾ حجاج بن يوسف کي بہ مات ڏيئي ويو جنهن بنا ڪنهن جنگ جدال جي ۳۹ هزار پرامن مسلمانن (سنڌين) جو خون وهايو. شاهہ حسن ارغون کي انساني رت سان ايڏي پريت هوندي هئي جو پنهنجي فوج کي حڪم ڏئي ڇڏيو هئائسين تہ روزانو ايترو انساني رت گڏ ڪيو جنهن ۾ آئون پير ٻوڙي ماني کائوان". ارغون قاتل سپاهي روزانہ بيگناهہ سنڌي ماڻهن جو خون وهائي ڪنهن ٿانو

۾ گڏ ڪندا هئا ۽ شاهه حسن ان ۾ پير پوڙي پوءِ ماني کائيندو هو. مخدوم بلاول جي دور ۾ سنڌ اهڙي ئي سفاڪانه حالت ۾ گرفتار هئي. ڌارين حڪمرانن سنڌين جو قتل عام ڪرڻ لاءِ انهن کي گجرن ۽ مورين وانگر ڪٽيو پئي ويو ۽ اهڙي طريقي سان سنڌ ڌرتي کي غلام بنائڻ کان پوءِ سنڌي قوم کي دنيا جي تختي تان هميشه لاءِ ختم ڪرڻ جي عملي ڪوشش ٿي رهي هئي. اهڙي وقت ۾ سنڌ جو هر محب وطن ماڻهو ڌارين ارغونن کان نفرت جو اظهار ڪري رهيو هو ۽ نفرت جي انهي اظهار باقائدي قومي ويڙهه جي صورت اختيار ڪري ورتي هئي. انهي دور ۾ ارغون سامراج جي روحاني مرشد مهدي جونپوريءَ جي تحريڪ کي سنڌ ۾ ڪچليو ويو جنهن سنڌ ۾ مذهبي فتني کي جنم ڏيڻ لاءِ سنڌ جو رخ ڪيو هو. پر مخدوم بلاول شهيد جي هڪ مريد شاهه حيدر سنائيءَ ان جا پيڙا پوڙائي ڇڏيا ۽ اها تحريڪ ناڪام ٿي. شهيد سنڌ مخدوم بلاول ارغوني يلغار جي خلاف سنڌين کي هڪ قومي پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ لاءِ سيڪيولرازم جي اصول تحت سنڌي هندن ۽ مسلمانن جي گڏيل فوج منظر ڪرڻ لاءِ سنڌي هندن کي خط لکيا ۽ اهڙي نموني ارغونن جي هٿان ڇڙ ويڙ ٿيل سنڌي قوم، قوم پرستي جي نعري هيٺ گڏ ٿيڻ شروع ٿي. مخدوم بلاول جي انهيءَ قومي جذبي ۽ سيڪيولر خيالن جي ڪري ڌاريا ارغون سنڌس سخت مخالف ٿي پيا ۽ مخدوم صاحب جي انهي پرچاري لاڙن کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ ڪيس ئي رستي تان هٽائڻ لاءِ عملي ڪوششون شروع ڪري ڏنيون ۽ ارغونن سنڌ جي ڪن ضمير فروش قاضين ۽ علمائن کان فتويٰ وٺي سنڌ جي هن حلالي فرزند کي گهاڻي ۾ پيڙائي ڇڏيو.

اسان هاڻي تاريخ جي انهيءَ حقيقت کي پوري ريت سمجهي ويا هونداسين جنهن تحت مخدوم بلاول جي موت لاءِ فتويٰ بازي کان ڪم ورتو. هيءَ حقيقت به اهم آهي ته حق پرست انسانن جي موت لاءِ جتي حڪمران جي تلوار استعمال ٿي آهي اتي مفتي علم جي فتويٰ به ايترو ئي ڪردار ادا ڪيو آهي. شهيد مخدوم بلاول جي آڏو هڪ عظيم مقصد هو جنهن جي لاءِ هن موت کي خوشي سان قبول ڪيو، صرف ايترو نه پر هڪ انوکي فرمائش تحت موت قبول ڪرڻ وڏي ڳالهه آهي. مقصد سان سچائي الڳ حقيقت آهي ۽ مقصد جي سچائي هڪ الڳ حقيقت آهي. انهي لاءِ اسان کي اهو ڏسڻو پوندو ته موت کي قبولڻ ۽ مقصد سان سچائي جو ڪارڻ ڪهڙو آهي، جيتري قدر موت کي قبول ڪرڻ جو سوال آهي ته دنيا ۾ تمام مثال موجود آهن ته ننهه خسيس مقصد خاطر به ماڻهن موت کي قبول ڪيو آهي ۽ انهن آڻ نه مڃي آهي. وطن جي دفاع لاءِ دشمن جي دفاع ۽ فوجن جو بي جگري سان مقابلو ڪرڻ ۽ موت جهڙي هيبت ناڪ منظر کي اکين سان ڏسڻ جي باوجود به پوئتي نه هٽڻ وارو هڪ سپاهي جو عمل ۽ ٻئي طرف ان جي ابتڙ ڪنهن قوم کي غلام بنائڻ لاءِ

ڌرتي جي مالڪن سان بيجگري سان وڙهڻ ۽ اتي به موت جي اکين سان اکيون ملائي پنهنجي مقصد سان سچائي جو ثبوت ڏيڻ .انهن هنهي عملن ۾ مقصد سان سچائي جو پلو نمايان ڏسڻ ۾ ايندو پر مقصد جي ماهيت ۾ فرق آهي هڪ جي آڏو مقدس وطن ۽ ان جي حفاظت جو عظيم مقصد آهي ته ٻئي جي آڏو هڪ ڌرتي تي غاصباڻو قبضو ڄمائڻ ۽ اتي جي ماڻهن کي غلام بنائڻ عظيم مقصد آهي.انهن ٻنهي فردن جي پنهنجي پنهنجي مقصد سان سچائي آهي پر تاريخ ۾ سچائي جي حوالي سان اهميت مقصد سان سچائي کي نه بلڪه خود مقصد کي هوندي آهي ۽ تاريخ جي سچائيءَ جا هيرا يقينن مقصد جي سچائي سان سچاتا ويندا آهن.

هيءَ حقيقت به پنهنجي جاءِ تي اهميت واري آهي ته مقصد جو تعين ڪهڙي طريقي سان ڪيو وڃي.ڇاڪاڻ ته دنيا جو هر سٺي ۾ سٺو ڪم به ماڻهن جي زندگيءَ جو مقصد رهيو آهي ۽ دنيا جو هر گندي کان گندو عمل به ڪن فردن جي زندگي جو مقصد خاص رهيو آهي.

اسان مٿي وضاحت ڪري آيا آهيون ته تاريخ جو هاڪاري عمل جنهن مان اجتماعي فائدي جي رزلٽ نڪري اهو مثبت عمل ليکيو ويندو ۽ اهڙي عمل سان لاڳاپيل فرد تاريخ جو عظيم فرد ليکيو ويندو. مٿئين بحث مان مخدوم بلاول شهيد جي مقصد تي تمام گهڻي روشني پوي ٿي؛ جنهن مطابق مخدوم بلاول جنهن مقصد خاطر جان ڏني، ان جي سچائي هيءَ هئي ته سنڌ وطن ۽ ان جا مارو آزاد رهن، يعني مقصد آزادي ۽ انساني ڀائيچارو هو، جنهن لاءِ هن شهادت ماڻي ۽ سنڌ جي قومي تاريخ ۾ هميشه لاءِ امر بنجي ويو ۽ اهڙي نموني مخدوم بلاول وطن جي آزاديءَ جي ويڙهه وڙهندڙ ۽ مذهبي ڪٽر پڻي جي خلاف عملي جدوجهد ڪندڙن جو قومي هيرو بنجي ويو.

شاهه عنايت شهيد:-

سنڌ جي قومي تاريخ جو هي امر شهيد سماجي انصاف ۽ قومي آزاديءَ جي جنگ جو بهادر اڳواڻ به پنهنجي لاثاني مقصد سان سچائيءَ جو ثبوت ڏيندي ۽ دشمن جي چالاڪيءَ کي سمجهندي به "مقدس ڪتاب" (قرآن) هٿن ۾ جهلي شهادت جو جام پي ويو. شاهه شهيد مظلوم ۽ محڪوم سنڌي ماڻهن جي قومي آزادي ۽ سماجي انصاف لاءِ وڙهندي سنڌ دشمن قوتن جي سازشن تحت ڌارئين مغل سامراج جي دربار ۾ قتل ٿي ويو. اهو بلڪل صحيح آهي ته تلوار جي هڪ ڌڪ سان سندس موت واقع ٿيو، پر شاهه عنايت جي جدوجهد جو سمورو وقت موت جي اذيت ناڪ گهڙين کي اکين سان ڏسندي گذريو، پر ان موت سان اکيون ملائي، هيءُ بهادر ۽ سرويچ انسان دشمنن سان ويڙهاند ڪندو رهيو. شاهه عنايت

جيڪا تحريڪ شروع ڪئي، اها سنڌ ڌرتيءَ تي هڪ انوکي تحريڪ هئي، جنهن ۾ هڪ طرف ڌارئين مغل سامراج کان آزاديءَ جي ڳالهه هئي ته ٻئي طرف "جو کيڙي سو کائي" واري سماجي انصاف لاءِ سنڌ جي مير، پير ۽ جاگيردار خلاف جنگ جو اعلان هو. شاهه عنايت مغل حڪمرانن کي ڏل ڏيڻ کان هڪ طرف انڪار ڪيو ته ٻئي طرف جاگيرداري سماج جي خلاف عملي جدوجهد ڪئي. اهڙي حالت ۾ مغل سامراج ۽ ان جي اتحادي مير، پير ۽ جاگيردار جو رد عمل ۾ اچڻ فطري ڳالهه هئي. اها تحريڪ جڏهن پنهنجي سچائي سبب ڪامياب ٿيڻ لڳي ۽ انهيءَ تحريڪ جو پڙاڏو سنڌ ۾ گونجڻ لڳو تڏهن پوريءَ سنڌ مان مسڪين پورهيت ماڻهو "جهوڪ" جو رخ ڪرڻ لڳا. انهيءَ حالت کي پروڙي ڌارئين سامراج ۽ ان جي اتحادين شاهه شهيد جي تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ جهوڪ تي ڪاهه ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي پيڙيل، مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن شاهه شهيد جي اڳواڻيءَ ۾ انهيءَ ڪاهه کي روڪڻ لاءِ مورچي بند ٿي وڙهڻ شروع ڪيو. شاهه عنايت دفاعي جنگ جي حڪمت عمليءَ تحت دشمن جي حملي کي روڪيو ۽ اهڙي طريقي دشمن کي تمام گهڻو جاني نقصان پهچايو. اها جنگ تمام گهڻي وقت تائين ڊگهي ٿيندي وئي، جنهن جي ڪري دشمن وڌيڪ جنگ ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نه رهيو ۽ سٽ ٿي انهن کي شڪست جو منهن ڏسڻو پيو ها، پر انهيءَ ذلت آميز شڪست کان بچڻ لاءِ حڪمرانن مذهبي هٿيارن کي استعمال ڪيو، جيڪو حڪمرانن جو نهايت مکيه ۽ ڪارائتو هٿيار به رهيو آهي. ان تحت سنڌ جي غدار وڏيرن قرآن شريف تي ٺاهه جي بهاني شاهه عنايت کي مغل گورنر، اعظم خان جي دربار ۾ وٺي ويا، جتي واعدي خلافي ڪندي کيس شهيد ڪيو ويو شهادت وقت به شاهه عنايت موت کي پليڪار چوندي ان کي خوشيءَ سان قبول ڪيو ۽ اهڙي طرح هڪ عظيم مقصد خاطر سچائيءَ جو ثبوت ڏيندي شهادت ماڻي. وطن پرستي ۽ استحصال کان پاڪ معاشرو شاهه شهيد جا عظيم مقصد هئا، تنهن ڪري هو سنڌ جي قومي تاريخ جو سر موڙ هيرو آهي ۽ اڄ به حريت پسند انسانن لاءِ سندس عمل انقلابي منشور جي حيثيت رکي ٿو.

مرحوم ذوالفقار علي ڀٽو:-

سنڌ جي هن انسان جي سموري زندگي پڙهندڙن جي آڏو کليل ڪتاب وانگر آهي، پر ان جي باوجود به سندس زندگي جي مقصد کي سندس ئي عملن مان واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته جيئن عملن پڙهندڙ هٿرادو پيدا ڪيل مونجهارن کان بچي پون ۽ اهي هرويرو ڪنهن اڳهه مقرر ٿيڻ کان اڳ وڪڻجندڙ دانشور جي ڦهلايل ذهني ڏيوالپڻيءَ جو شڪار به نه ٿين، جنهن پنهنجي ذهني ڏيوالپڻي جو ثبوت ڏيندي مرحوم ڀٽي جي

عقيدت پرستيءَ ۾ اچي سنڌ جي ان قومي هيرن جي ڪردار کي مسخ ڪرڻ جي اجائي ڪوشش ڪئي آهي.

مرحوم پنهنجي سياسي ۽ عملي زندگيءَ جي شروعات اسڪندر مرزا ۽ بعد ۾ ايوب جي حڪومت ۾ صنعت ۽ معدنيات جي وزير ۽ بعد ۾ وزير خارجه جي حيثيت سان ڪئي. ون يونٽ جي خلاف جڏهن ملڪ گير احتجاج بلند ٿيڻ لڳو ۽ مغربي پاڪستان جي اسيمبليءَ ون يونٽ کي ختم ڪرڻ جو بل وڏي اڪثريت سان پاس ڪيو، تڏهن ايوب خان ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري انهيءَ تحريڪ کي ڪچلڻ جو فيصلو ڪيو، پر ان وقت اسان جي سنڌ جو هي هوشيار ۽ ڏاهو انسان ايوبي مارشل لا جو هڪ اهم رڪن بنجي حڪومت ۾ شامل رهيو، سنڌي قوم ون يونٽ کي قومي غلامي تصور ڪرڻ لڳي هئي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ عمل سان سنڌ هڪ صوبي واري حيثيت به وڃائي ويٺي هئي. سنڌ جو لفظ سنڌي ماڻهن لاءِ وڻ ڏوهه ۽ ڏوهه به اهڙو جنهن جي سزا ملڪ دشمنيءَ جو الزام هئي. ون يونٽ جي ڪارن قانونن تحت سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري دفترن مان نيڪالي ڏني وئي ۽ سنڌ عملي طور پنجاب جي هڪ ڪالوني بنجي وئي. ون يونٽ جي دور ۾ ٻين صوبن خاص طور پنجاب مان ماڻهو گهرائي سنڌ ۾ آباد ڪيا ويا ۽ بيراج ايراضين واريون زمينون رٽائرڊ فوجين ۽ ٻين سول آفيسر شاهيءَ کي انعام ۽ نيلام طور ڏنيون ويون. هڪ طرف سنڌين جي اقتصادي وسيلن تي ٻاهرين ماڻهن کي قابض ڪرايو ويو ته ٻئي طرف آباديءَ جي منتقليءَ سنڌ جي مقامي سنڌي آبادي کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ جي ڪڌي عمل جي شروعات ڪئي وئي. اهي ۽ اهڙا ٻيا سوين عمل جيڪي ون يونٽ جي دور ۾ ٿيا انهيءَ پوري دور ۾ مرحوم پڻ صاحب حڪومت ۾ رهيو ۽ ڪڏهن به سنڌ جي انهي قومي هلچل ۾ حصو ته نه ورتائين، پر سنڌين جي حقن جي حمايت لاءِ ڪو بيان به جاري ڪونه ڪيائين. ون يونٽ جي تحريڪ بنگال، سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد ۾ هلي، پر انهي تحريڪ جي مخالفت جيڪڏهن ٿي ته اها پنجاب مان ٿي ۽ وفاقي سطح تي پنجاب جي فوجي بيورو ڪريسي ان وقت حڪمران هئي، جيڪا پڻ ايوب خان کي اقتدار جي لالچ ۾ استعمال ڪري رهي هئي ۽ اهڙي طريقي سان پڻ صاحب به ان ۾ پورو پورو شريڪ رهيو، پر اڳتي هلي جڏهن سندس ايوب خان سان ذاتي اختلاف پيدا ٿي پيا ۽ کيس وزارت تان هٽايو ويو يا پاڻ ئي ڇڏيائين ته پوءِ رات جي پيٽ ۾ عوامي ليڊر بنجي ميدان سياست ۾ ڪاهي پيو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هڪ طوفان بنجي عوام جي گهٽ سياسي شعور جو فائدو وٺي، ايوب خان جي خلاف هلندڙ جنگ ۾ ٽپي پيو ۽ عوام خصوصاً سنڌ جي عوام هن نوجوان ۽ پرجوش مقرر جي تقريرن جي سحر ۾ گم ٿي، کيس پنهنجي سيني مسئلن جي ڇوٽڪاري

جو ذريعو سمجهي، پنهنجو ليڊر ڪٿي بنايو. ايوب خان جي خلاف جڏهن ملڪ گير تحريڪ نهايت ئي تيز ٿي، تڏهن ايوب خان فوج جي سربراهه يحيٰ خان کي حڪومت جون واڳون حوالي ڪري هليو ويو. يحيٰ خان ملڪ سان ٻيهر مارشل لا لاڳو ڪرڻ سان گڏ نئين آئين ساز اسيمبليءَ جون چونڊون ڪرائڻ جو به واعدو ڪيو. ون يونٽ جي خلاف وڌندڙ عوامي مطالبي جي پيش نظر حڪومت ون يونٽ جي ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو، پر عجب جي ڳالهه آهي ته ون يونٽ جي خاتمي جو مطالبو سيني وڏين ننڍين سياسي پارٽين ڪيو، ايستائين جو جماعت اسلاميءَ جهڙي رجعت پرست ۽ فاشي تنظيم به ان مطالبي جي حمايت ڪئي، پر افسوس جو اسان جو هي نوجوان، باصلاحيت ۽ بيباڪ ليڊر پوءِ به خاموش رهيو ۽ عين ان وقت انهي مطالبي جي حمايت ڪيائين، جڏهن مرڪزي سرڪار ون يونٽ کي عملي طور ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو ۽ اهڙي معلومات ڪيس سرڪاري ذريعن مهيا ڪئي هئي.

ون يونٽ جي ٽٽڻ ۽ عام چونڊن ڪانپوءِ ملڪ ۾ هڪ نئين صوُرتحال پيدا ٿي پئي، جنهن تحت مشرقي پاڪستان ۾ شيخ مجيب جي عوامي ليگ ڇهن نڪتن جي منشور تحت اليڪشن ۾ واضح اڪثريت ۾ چونڊون کٽي آئي ۽ هن طرف سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڀٽي صاحب جي پارٽيءَ کي اڪثريت حاصل ٿي ۽ باقي صوبي سرحد ۽ صوبي بلوچستان ۾ نعپ ۽ جي-يو-آءِ کي ڪاميابي نصيب ٿي. پاڪستان جي انهيءَ وقت جي انتظامي جوڙ جڪ مطابق آباديءَ جي لحاظ کان مشرقي پاڪستان کي باقي چئن صوبن کان وڌيڪ سيٽون مليل هيون، جن تي شيخ مجيب جي پارٽي وڏي ۽ قطعي اڪثريت حاصل ڪري چڪي هئي. انهيءَ حساب سان حڪومت ڪرڻ جو حق شيخ مجيب جي عوامي ليگ جو ٿي ٿيو، پر انهيءَ حق کي تسليم ڪرڻ کان پنجاب انڪار ڪيو. پنجاب جي انڪار جو سبب به ظاهر ڪجي ته بهتر ٿيندو. پنجاب جيڪو پنهنجي "گن پاور" جي وسيلي ٻين صوبن بشمول مشرقي پاڪستان تي حڪمراني ڪندو ٿي آيو ۽ انهيءَ حڪمرانيءَ کي قائم ڪرڻ لاءِ ون يونٽ ۽ بعد ۾ مارشل لا لاڳو ڪرڻو پيو، پر جڏهن هن نئين صورتحال تحت سندس اقتدار اعليٰ کي ظاهري خطرو درپيش ٿيڻ لڳو ته ان چونڊن جي واضح نتيجن کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ مرحوم ڀٽو پنجاب جو آواز بنجي، ٻين رجعت پسند ڌرين سان شيخ مجيب جي مقابلي ۾ اچي بيٺو ۽ ان به مجيب جي ڇهن نڪتن تي اعتُراض اٿارڻ شروع ڪيا، پر هتي به هڪ انوکي حقيقت آهي ته انهيءَ ساڳي شيخ مجيب کي انهن ڇهن نڪتن جي انتخابي منشور تحت چونڊن ۾ حصو وٺڻ ڏنو ويو ۽ حڪمرانن توڙي ڀٽي صاحب کي ان وقت اهي ڇهه نڪتا ملڪ دشمن نظر ڪونه آيا ۽ نه شيخ مجيب غدار نظر

آيو، پر جڏهن شيخ مجيب انهيءَ انتخابي منشور تحت واضح اڪثريت سان ڪٽي ٿو اچي تہ هو ملڪ جو غدار ٿي ٿو پوي. شايد حڪمرانن ۽ انهن جي اتحادين کي اها پڪ هئي تہ اهي اليڪشن مان پنهنجي پسند جا نتيجا ڪڍي وٺندا، پر جڏهن هنن کي ان ۾ ناڪامي ٿي، تڏهن انهن کي ان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ رستو نہ بچيو تہ هو پنهنجي ۽ پنجاب جي مفادن جي حفاظت، شيخ مجيب کي اقتدار کان ٻاهر رکي ڪن ۽ انهن ان لاءِ هميشه جيان گن پاور استعمال ڪيو ۽ بنگال تي فوجي ڪاهہ ڪئي. ان وقت اسان جي هن جمهوريت پسند ليڊر انهيءَ فوجي ڪارروائيءَ جي هينئن چئي حمايت ڪئي تہ خدا جو شڪر آهي تہ پاڪستان بچي ويو. جڏهن تہ ان فوجي ڪارروائيءَ کي سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي عوام ننديو ٿي، پر پوءِ بہ خبر نہ آهي تہ ڀٽي صاحب ڪهڙي پاڪستان کي بچائڻ جي خاطر انهيءَ وحشي ڪارروائي جي حمايت ڪئي. اهو فيصلو پڙهندڙ پاڻ ڪري سگهن ٿا. (۽ تاريخ تہ فيصلو ضرور ڪندي!)

شيخ مجيب جي ڇهن نڪتن مان مظلوم صوبن خاص طرح بنگال، سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد کي فائدو هو، جنهن جي ڪري پنجاب جي بالادستي ختم پئي ٿي. ان ڪري فوجي ٽولي ۽ پنجاب جي اڪثريتي عوام انهن جي مخالفت ڪئي ۽ ڀٽو صاحب عوام جي نمائيندي جي روپ ۾ دراصل پنجاب جو ڪيس وڙهي رهيو هو. بنگال تي فوجي چڙهائيءَ جي صورت ۾ لکين بيگناهہ بنگالي شهيد ٿي ويا ۽ هزارين عورتن جي عصمت دري ٿي، نہ معلوم ڪيترا معصوم ٻچڙا ڇورا ڇنا بنجي ويا ۽ بنگالي رت جي انهيءَ درياءَ مان پار ٽپي پنهنجي لاءِ الڳ آزاد ملڪ بنگلاديش وٺي ويهي رهيا. بنگال جي الڳ ٿيڻ يا ان کي الڳ ڪرڻ ڪانپوءِ باقي بچيل پاڪستان ۾ ڀٽي صاحب کي اقتدار سونپيو ويو. تاريخ جو عجيب اتفاق آهي تہ ڀٽو صاحب پهريائين جڏهن پاڻ حڪومت ۾ شامل ٿيو، تڏهن بہ ملڪ تي مارشل لا لڳو هو ۽ جڏهن هاڻي پاڻ حڪمران بڻيو تڏهن بہ مارشل لا جي سهاري ۽ فوج جي سهاري حڪومت حاصل ڪيائين، ان چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ ڀٽو صاحب فوج جي پيداوار هو تڏهن بہ بجا نہ ٿيندو. ڀٽي صاحب جي سياسي زندگيءَ جو ٻيو پهلو بہ ڏسڻ گهرجي، ڀٽي صاحب پنجاب جي جنهن بالادستيءَ کي قائم رکڻ لاءِ شيخ مجيب سان مهاڏو اٽڪايو، انهيءَ بالادستيءَ کي قائم رکڻ لاءِ ۽ ون يونٽ جي ٽٽڻ واري فيصلي پنجاب جي عام راءِ ۽ ان جي فوجي لابيءَ کي سخت قسم جو ڌڪو رسايو هو ۽ انهن کي خوف هو تہ متان ون يونٽ جي ڪارڻ قانونن ۽ غلط سياسي فيصلن کي ڪٿي چئلينج نہ ڪيو وڃي. انهيءَ ڪري اهل پنجاب اهڙي ليڊر ۽ اهڙي وقت جي تاڙ ۾ هو تہ ڪيئن بہ ڪري انهن غير قانوني عملن کي قانون جو مقدس غلاف چاڙهيو وڃي. اهو

موقعو بنگال کي الڳ ڪرڻ ڪانپوءِ حاصل ڪري ورتو، باقي ليڊر واري ڪوٽ پوري ڪرڻ لاءِ ڀٽو صاحب پنهنجي سموري سياسي زندگي پنجاب جي ڪيس لڙڻ ۾ گذاري پوري ڪري ڇڏي. نئين پاڪستان ۾ طاقت جو توازن پوريءَ ريت پنجاب جي حق ۾ ٿي ويو، جو مين پاور ۽ گن پاور ٻئي پنجاب وٽ وڃي جمع ٿيا. هاڻي پنجاب ڪجهه وقت لاءِ مين پاور جي زور تي پنهنجي مفادن جي حفاظت ڪري سگهيو ٿي ۽ ڀٽي صاحب ڪان وڌيڪ اعتماد وارو ماڻهو پنجاب لاءِ ٻيو ڪونه هو، جنهن کي ٻئي نمبر وڏي صوبي سنڌ ۾ به اڪثريت هجي. ١٩٧٣ع جي آئين ۾ سنڌي، بلوچي، پختون ۽ پنجابي قوم جي وجود کان انڪار ڪيو ۽ انهن قومن جي نالي ۾ حقن لاءِ آواز اٿارڻ واري عمل کي ملڪ دشمن عمل سڏيو ويو ۽ ملڪ جي آئين سان غداريءَ جو ڏوهه جي سزا موت يا عمر قيد مقرر ڪئي وئي. هڪ صوبي کان ٻئي صوبي ڏانهن آباديءَ جي منتقليءَ کي قانوني ٺهرايو ويو ۽ اهڙي نموني سان ون يونٽ جي سيني غير قانوني عملن کي ١٩٧٣ع جي آئين ۾ غسل ڏياري اسلامي، جمهوري ۽ وفاقي بنايو ويو. هت هڪ ڳالهه جي وضاحت به ضروري آهي ته آباديءَ جي منتقلي صرف سنڌ ڏانهن ٿيندي، ڇو ته ٻين صوبن ۾ اڳواٽ ئي اهڙي بندش پيل آهي، پر اهڙي بندش جڏهن سنڌ ۾ به وجهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تڏهن ان وقت جي پناهگير وزير (لياقت علي خان) جيڪو پنجاب ۽ مهاجرن جو گڏيل مفاد جو نمائندو هو، انهيءَ قانون پاس ڪرڻ ۾ رڪاوٽ وڌي ۽ اهو قانون پاس نه ٿي سگهيو هو، ان جو فائدو وٺندي پنجاب ۽ ٻين ملڪن جا آبادڪار سنڌ ۾ آباد ٿيندا ويا ۽ انهيءَ آباديءَ جي غير قانوني منتقليءَ کي ڀٽي صاحب ١٩٧٣ع جي آئين ۾ قانوني بنائي ڇڏيو، جنهن ڪري ئي سنڌ ۾ آباديءَ جي وڌندڙ غير قانوني آمد کي روڪي نٿو سگهجي. انهيءَ قانوني عمل سبب سنڌي روزبروز اقليت ۾ تبديل ٿيندا پيا وڃن. ٻاهرين آباديءَ خاص طور پنجابين ۽ بهارين جي وڏي پيماني تي لڏ پلاڻ سنڌ جي مستقبل تي خطرناڪ اثر مرتب ڪري رهي آهي. اهي سڀ خطرا به انهيءَ مقدس آئين جي بدولت پيدا ٿيا آهن، جنهن کي نافذ ڪرڻ لاءِ ڀٽي صاحب جي روحاني وارث محترمه بينظير ڀٽو صاحبه بقول (شيخ اياز) سورين سنڌين جو خون وهائي پوءِ اقتدار جي ڪرسيءَ تي پهتي آهي. هاڻي جيڪڏهن سنڌي ماڻهو اقليت ۾ تبديل ٿيڻ جي خوف کان ڌارين آبادڪاريءَ خلاف ڪو احتجاج بلند ڪن ته ڪالهه جيان اڄ به هو غدار ليکيا ٿا وڃن ۽ انهن کي ١٩٧٣ع جي غداري ۽ جمهوريت دشمنيءَ جا لقب ڏنا وڃن ٿا. سنڌي ماڻهو انهيءَ سمجهڻ ۾ حق بجانب آهن ته انهن سيني ڪڌن عملن ۾ ڀٽو صاحب پنجاب جي نمڪ حلال نمائندي جي صورت ۾ برابر جو شريڪ رهيو ۽ اڄوڪي قانوني غلامي (جيڪا جمهوريت جي نالي ۾ سنڌين مٿان

مڙهي وئي آهي) ان جو ڪارڻ به مرحوم پيلو هو. قومي ظلم ڪي ۱۹۷۳ع جي آئين جمهوريت جي آڙ ۾ سنڌين مٿان روا رکيو ويو ۽ اهو قومي ظلم ڀٽي صاحب جي ڇهه ساله دور ۾ به جاري رهيو. ان جون چند نشانيون به ٻڌائيندا هلون. سنڌين جي قومي ٻوليءَ کي جيڪا ون يونٽ جي دور ۾ سرڪاري ادارن مان نيڪالي مليل هئي، ان جي حيثيت کي بحال ڪرڻ جڏهن سنڌين جي چونڊيل ميمبرن پ پ پ جي اڪثريتي دور حڪومت ۾ ان لاءِ بل پاس ڪيو ته ڀٽي صاحب اهو بل پناهگيرن جي دٻاءَ هيٺ رد ڪري سنڌي ۽ اردو ٻوليءَ کي سنڌ صوبي جون سرڪاري زبانون قرار ڏنو. حقيقت ۾ نام نهاد پنجين قوم جو حقيقي بنياد ڀٽي جي انهيءَ فيصلي فراهم ڪيو، جنهن جا نتيجا اڄ سنڌي قوم کي قتل عام جي صورت ۾ ڀوڳڻا پيا پون. ڀٽي صاحب جي ٻي نشاني ۸۰ کن سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن تي بندش واري به آهي، انهن ڪتابن کي صرف انهيءَ ڪري بندش هيٺ آندو ويو جو اهي سنڌي قوم جي قومي حقن لاءِ آواز اٿاريندڙ هئا ۽ گهڻي ڀاڱي انهن ۾ ون يونٽ جي خلاف مواد شامل هو. ڀٽي صاحب پنجاب کي خوش ڪرڻ لاءِ انهن ڪتابن تي بندش لاڳو ڪئي. سنڌ جي سياسي ۽ قومي ڪارڪنن جي مائرن، ڀينرن ۽ ڌيئرن کي ٿاڻن تي گهرائڻ جو رواج به ڀٽي صاحب جي دور ۾ پيو ۽ قومي ڪارڪنن جي مائرن ڀينرن جي بيعزتي ڪرڻ جو عمل به ڀٽي صاحب جي دور ۾ شروع ٿيو، جيڪو پوءِ واري دور ۾ به تمام وڏي پيماني تي جاري رهيو. گذريل ڏهن سالن ۾ جيڪي سنڌي قوم سان ظلم ٿيا آهن، انهن جو ذڪر هن مضمون جي مقصد کان هٽيل ٿو لڳي، هتي صرف ڀٽي صاحب جي زندگيءَ جي مقصد تي روشني وجهي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ آهي ته ڀٽو صاحب پنهنجي مقصد جي حوالي سان سنڌين لاءِ ڪيتري قدر قابل قدر شخصيت آهي.

ڀٽي صاحب پنهنجي سموري عملي سياسي زندگيءَ ۾ هڪ گهڙيءَ لاءِ به پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجي سنڌي قوم لاءِ ڪڏهن ڪونه سوچيو. هن جي سوچ ۽ عمل جو محور هميشه پنجاب ۽ ان جي فوجي لابي رهيو هو، ان ڪري هو انهن ٻنهي کي مضبوط ۽ مستحڪم ڪرڻ لاءِ ان جي ايجنٽ طور ڪم ڪندو رهيو. بلوچستان جي اسيمبليءَ کي ختم ڪري اتي فوجي ڪارروائي ڪرڻ وارو انتهائي ڪنو عمل به ڀٽي صاحب پنجاب ۽ فوج جي اشاري تي ڪيو. ان مان صرف سندس هيءَ منشا هئي ته کهڙي به نموني پنجاب ۽ فوج راضي رهي ۽ سندس اقتدار جا ڏينهن وڌندا رهن. اقتدار جي اها خواهش ئي هئي جنهن کيس آخر ڦاسيءَ جي تختي تي وڃي پهچايو. اقتدار سندس زندگيءَ جو عظيم مقصد هو، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀٽي صاحب انتهائي رجعت پسند ڪردار ادا ڪيو، جنهن جا مثال ون يونٽ جي مخالفت نه ڪرڻ ۽ ان لاءِ جدوجهد نه ڪرڻ، بنگال جي اڪثريتي

عوام جي فيصلي کي قبول نہ ڪرڻ ۽ مٿن فوجي ڪارروائي جي حمايت ڪرڻ، بلوچستان جي چونڊيل اسيمبليءَ کي ٽوڙڻ ۽ بلوچن تي فوجي آپريشن ڪري ٢٥ هزار بلوچن جو خون وهائڻ، سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ وارو عمل ۽ ٻيا اهڙا عمل آهن، جن جي وسيلي ڀٽي صاحب اقتدار کي حاصل ڪرڻ ۽ حاصل ڪرڻ کانپوءِ ان کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ پنجاب ۽ فوج کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي.

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ايڏي وفاداريءَ واري ڪردار ادا ڪرڻ کانپوءِ پنجاب ۽ ان جي فوجي لابيءَ ڀٽي صاحب کي آخر ڦاسيءَ جي ڦندي ۾ ڇو لٽڪايو، اقتدار جي هوس انفرادي عمل آهي ۽ اهڙو عمل ڪڏهن بہ ڪنهن شخصيت ۾ ٿي سگهي ٿو ۽ اها اقتدار جي حوس ئي هئي، جنهن فوجي جرنل ضياءَ ۽ ان جي ساٿين کي اڀاريو ۽ اهي موقعي جي تلاش ۾ هئا، جن کي اهو موقعو ١٩٧٧ع جي چونڊن ۾ ڌانڌلين جي بهاني ۾ هليل تحريڪ جي ڪري ملي ويو ۽ انهن ڀٽي صاحب کي اقتدار تان لاهي ڦٽو ڪيو ۽ وري بہ جڏهن ڀٽي صاحب فوج جي انهيءَ عمل کي چئلينج ڪيو ۽ وڃايل اقتدار کي حاصل ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو ۽ پنهنجي پرجوش تقريرن ۾ فوجي ٽولي جي قدم کي سخت لفظن ۾ ننديو ۽ ان جو پورو پورو بدلو وٺڻ جو اعلان ڪيو تہ ان وقت ڀٽو صاحب فوجي ٽولي ۽ ان جي اڳواڻ ضياءَ لاءِ (جيڪو خود اقتدار جو پوڄاري هو) موت جو ملائڪ بنجي ويو. ان ڪري انهيءَ ٽولي ڀٽي صاحب کي سياسي موت مارڻ جي بجاءِ هڪ ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسائي جسماني موت جي سزا ڏياري پنهنجي رستي تان هٽائي ڇڏيو. فوج جي انهيءَ پوري عمل ۾ پنجاب ڀرپور سپورٽ ڪئي، جو پنجاب باوجود ڀٽي صاحب مان فائدا حاصل ڪرڻ جي ان کي بچائڻ واري تحريڪ ۾ خاموش رهيو هو. پنجاب جي ججن جي اڪثريتي فيصلي مطابق ڀٽي کي موت جي سزا ڏني وئي، اتي بہ پنجاب پنهنجي عددي اڪثريت جو پاور استعمال ڪيو. ڀٽي صاحب جنرلن جي آڏو پنهنجي اقتدار جي خواهش جو اظهار بلند آواز ۾ ڪيو ۽ ان تان ڀٽو صاحب ڪنهن بہ حالت ۾ دستبردار ٿيڻ لاءِ تيار نہ هو، انهيءَ ڪري جنرل، ڀٽي صاحب جا جاني دشمن ٿي بيٺا. هتي هڪڙي ڳالهہ بہ واضح ٿيڻ کپي تہ ڀٽي صاحب پنهنجي تاريخي عدالتي بيان ۾ بہ ڪٿي سنڌي قوم جي ڪيس کي هٿ ۾ نہ ڪنيو، پر اتي بہ هن پاڪستان جي بقاءِ، حفاظت ۽ فوجي اداري جي مضبوطيءَ لاءِ دليل ڏنا. انهيءَ ڪري پڙهندڙن کي ڀٽي صاحب جي پاڪستان جي بقاءِ ۽ حفاظت واري دعوىٰ کي انهيءَ پس منظر ۾ ڏسڻ گهرجي تہ جڏهن ٻي صوبا بنگال تي فوجي چڙهائيءَ جي مخالفت ڪري رهيا هئا ۽ صرف پنجاب ان جي حمايت ڪري رهيو هو تہ ان وقت اسان جي هن اڙدي انسان چيو هو "خدا جو شڪر آهي، جنرل ضياءَ جي بروقت ڪنيل قدم (ملٽري آپريشن) جي ڪري

پاڪستان بچي ويو.“

تاريخ ۾ ڪردار جڙندا آهن، پر اهي ڪردار مقصد جي عظيم هجڻ سان ئي عظيم ليکيا آهن نہ صرف هڪڙي پهلوءَ سان تہ اهي مقصد سان سچار هئا ، پر قومن جا هيرا ڌرتي ۽ قوم جي حوالي سان سڃاتا ويندا آهن. انهن هيرن جون سموريون سچايون ڌرتي ۽ ان جي ماڻهن لاءِ هونديون آهن.

شيخ اياز جي تازو ريڊيو ڪراچي تان ڏنل انٽرويو ۾ چيل هن ڳالهہ جي تہ، ”ڀٽو صاحب ساڍهہ ٻہ سال موت جي اذيت ناڪ گهڙين کي برداشت ڪندو رهيو ۽ آءٌ نہ مڃيائين ۽ جڏهن تہ مخدوم بلاول ۽ شاهہ عنايت صرف موت جي چند اذيت ناڪ گهڙين کي برداشت ڪيو، انهيءَ ڪري ڀٽو وڌيڪ عظيم آهي.“ ان جي ڇنڊڇاڻ مٿي ٿي چڪي آهي تہ شاهہ عنايت شهيد ۽ مخدوم بلاول شهيد پنهنجي سموري شعوري زندگي موت جي اذيت ناڪ گهڙين کي برداشت ڪندي، دشمن سان جنگ ڪندي ۽ آزادي، قومي غيرت ۽ قومي تشخص جي بچاءَ لاءِ جان ڏني. ان ڪري اهو سطحي دليل گهڙي تہ ”اهي صرف چند گهڙين لاءِ موت جي اذيت ناڪ گهڙين کي برداشت ڪري ويا.“ اها تاريخ سان بدديانتي ۽ قومي هيرن سان غداريءَ جي مترادف آهي.

چند لفظ اياز جي انهيءَ انٽرويوءَ جي باري ۾ ٻہ پڙهندڙن آڏو آڻڻ چاهيان ٿو، جنهن ۾ اياز چيو آهي تہ ”ظلم جي خلاف بروقت احتجاج بلند ڪرڻ سان ان کي روڪي سگهجي ٿو ۽ جيڪڏهن ڀٽي صاحب لاءِ بروقت احتجاج بلند ڪجي ها تہ ان جي زندگي بچائي سگهجي ها.“ ائين بلڪل صحيح آهي، پر ڇا اها توقع صرف ٻين مان رکڻ تہ اهي احتجاج بلند ڪن ۽ پاڻ ماٺهو انهيءَ سموري احتجاجي عمل کان پري رهي، ترقي پسندي ۽ جمهوريت پسندي آهي؟ شيخ اياز جو هيرو جنهن وقت اقتدار تان لٿو، ان وقت بہ اياز وائيس چانسلر جي اهم عهدي تي خاموش ويٺو رهيو، جيڪو عهدو بہ کيس ذوالفقار علي ڀٽي ڏنو هو ۽ جڏهن سندس هيري کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو، تڏهن بہ اياز وائيس چانسلريءَ جي ڪرسيءَ کي چنبڙيو رهيو ۽ ڀٽي مرحوم لاءِ ڪريہ احتجاج بلند نہ ڪيائين، شايد اهو ان ڪري جو کيس ڪرسي پياري هئي يا فوجي جنرلن جي دهشت کان ڊنو ٿي. ڪهڙي بہ سبب ڪري اياز پنهنجي ئي مٿي بيان ڪيل لفظن ۾ سچو جمهوريت پسند ڪونهي ۽ نہ ئي کيس ڀٽي لاءِ ڪا حقيقي محبت هئي، انهيءَ عمل مان صرف هڪ ڳالهہ واضح ٿئي ٿي تہ ”اياز صرف اپرنڊڙ سج جو پوڄاري آهي“ ۽ ڀٽو سندس صرف انهيءَ خوبيءَ جي ڪري هيرو آهي تہ اهو بہ اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار هو ۽ اياز بہ ڪجهہ حاصل ڪرڻ لاءِ اڳي بہ سنڌ سان غداري ڪري چڪو آهي ۽ هاڻي بہ انهيءَ مارڪيٽ ۾ پاڻ کي پنهنجي پوري قيمت سان پيش ڪري چڪو آهي.

ٻاهر ٻولي هنج جي، اندر ڪارو ڪانءُ،
اهڙو ٺلهو ٺانءُ، ڀڄي ڪوه نه ڀورا ڪرين.

مُنهن ۾ موسيٰ جهڙو، اندر ۾ ابليس،
اهڙو خام خبيث، ڪڏهن ڪوه نه ڇڏئين.

# ذات ويڪو

اديب دوستو! مٿيان هي ٻه بيت ڀٽ ڌڻي، انهن ماڻهن بابت چيا آهن، جيڪي سماج ۾ ٻٽو ڪردار ادا ڪندا آهن. جن جي اندر ۽ ٻاهر، ظاهر ۽ باطن ۾ وڏو فرق هوندو آهي. ظاهر ۾ مٺيون ٻوليون ٻوليندڙ پر اندر ۾ ڪانءُ جهڙا ڪارا، پنهنجن ذاتي فائدن لاءِ واجهائيندڙ، ڪانگن جيان جهٽون هڻندڙ اهڙي ڪردار جا ماڻهو قومن ۾ خاص طرح غلام سماجن ۾، قومپرستي ۽ ترقي پسنديءَ جا روپ ڌاري، ماڻهن کي مُنجهائينيدا ۽ اوجهڙ ۾ اولي ڇڏيندا آهن. اهي ٻهروپيا سياستدان، اديب، شاعر ۽ دانشور پنهنجي مفاد پرستانا ڪردار جي ڪري قومن لاءِ ڏاڍا نقصانڪار ثابت ٿيندا آهن ۽ دنيا ۾ رڳو اهي قومون ۽ سماج آزاد ٿي نسگهيا آهن ۽ ترقي ڪري سگهيا آهن، جن انهن ٻهروپين جي اصل روپ کي پڌرو ڪيو آهي. ٻي صورت ۾ اهي مفاد پرستانا ڪردار رکندڙ ٻهروپيا وک وک تي رنڊائيندا، مايوس ڪندا ۽ تباهه ڪرڻ کان ڪين گهٽائيندا آهن. انهن ماڻهن بابت سنڌ جي سڀ کان لائق ڀٽ ڀٽ ڌڻي جو حڪم آهي ته "اهڙو خام خبيث، ڪڏهن ڪوه نه ڇڏئين." ڀٽ ڌڻيءَ جا اهڙا ڪيترائي املهه ۽ نصيحت ڀريا بيت آهن جن جي آڌار تي اسين پنهنجي آسپاس ڇُر ڀُر ڪندڙ چگن ۽ ٻيڙن ڪردارن جي پرک ڪري سگهون ٿا ۽ اهڙيءَ ريت انهن موذين کان ٽارو ڪري. سچارن کي ساڻ ڪري اڳتي وڌي سگهون ٿا ۽ اجائيپ ماڻي، آزاد فضائن ۾ ساهه کڻي سگهون ٿا.

سنڌ جا سڄڻو! اِهي ماڻهو جيڪي وڏا وڏا ٻول ٻولي، ماڻهن کان ويساهه وٺي پوءِ پنهنجي ذاتي مفاد لاءِ ويساهه گهاتيون ڪندا آهن. سي ڪي رواجي قسم جا ماڻهو نه هوندا آهن، بلڪه اهي وڏا ڏاها (ظاهر ۾) لائق فائق، عالم فاضل ۽ اسٽيجن جا بادشاهه هوندا آهن. هنن جي منهن تي چڙهيل مڪاري ۽ عياريءَ جا ماسڪ ايڏا ته اصلي ۽ سچا نظر ايندا آهن جو عام ماڻهو انهن جي اصل روپ کي هرگز سڃاڻي نه سگهندو آهي. پر

زندگيءَ جي ڪنهن نہ ڪنهن موڙ تي، اوچتو ئي اوچتو انهن جي اصليت سامهون اچي ويندي آهي ۽ انهن تي ويساهہ رکندڙ وائڙا ٿي ويندا آهن. هونئن بہ جڏهن شخصيتن جي اصل روپ جو ماڻهن تي ظهور ٿيندو آهي تہ آسماني صحيفن تان ايمان کڄي ويندو آهي.“

پوءِ اهي نانگ جهول مان نڪري ڪرسي جي ڪَرَسان قوم کي ڏنگيندا آهن.

ڏانگي تو تہ ڏنگ نہ ڇيڻيو، ويتر ڇهتايا تو نانگ،

نانگ تہ هڪڙو ڏنگ هڻي ٿو، پر ڏانگي تنهنجا ڏهہ ڏهہ ڏنگ. (محمد خان مجيدي)

دوستو! اتي سچار ۽ سڄاڻ دوستن تي ذميداري اچي وڃي ٿي تہ هو انهن مڪار ۽ عيار ٻهروپين جي اصل روپ ۽ ڪردار کي پريل بازار ۾ پڌرو ڪن. جيئن اسان جو عام ۽ معصوم ماڻهو انهن جي اصلوڪي ڌپاري ۽ ڏيکاري روپ کي چڱيءَ ريت ڏسي ۽ پسي سگهن ۽ اهڙيءَ ريت انهن ڪورن رهبرن ۽ دانشورن کان پاسو ڪري سگهن ۽ ڪنهن وڏي هاڃيڪاريءَ کان بچي سگهن. جيئن انهن جا موقعا پرست نظريا ۽ ڪردار قوم ۽ سماج کي تباهہ نہ ڪري سگهن. سنڌ ڌرتيءَ سان پيار ڪرڻ وارا ساٿيو! اچو تہ گڏجي، اڄوڪي هن نشست جي صدر ۽ ڪنهن زماني ۾ ”سنڌ جي آواز“ سڏائيندڙ، ٻٽي ڪردار واري ماڻهو، شيخ اياز کي پرکيون (انگن اکرن ۽ نالن وارو ڪچو چٺو بہ ڇپجي پيو) ڇا هي ماڻهو واقعي سنڌ ۽ سنڌين سان مخلص رهيو آهي؟ هن پنهنجي نوڪري (وائس چانسلري) واري دور ۾ سنڌين جي مفادن کي ڪيترو ڇيهو رسايو؟ ڇا اسان هن کي ”سنڌ جو آواز“ چئي مقدس سنڌ ڌرتي ماءُ جي توهين تہ نہ پيا ڪريون؟ ائين تہ ناهي تہ نوڪري وڃائڻ کان پوءِ (سنڌ جا سورهيہ ڳائڻ) هينئر سنڌ جا سور ڳائڻ ۾ ڪو ٽڪساٽ تہ شامل ناهي؟ ڇا واقعي پنهنجي نوڪري (وي-سي) واري دور ۾ سنڌ يونيورسٽي ۽ سنڌين سان ڪيل زيادتين تي هي شرمسار آهي؟ اچو تہ دوستو! ٿورو شيخ اياز جي وائس چانسلري واري دور جو جائزو وٺون.

١- هن ماڻهو پنهنجي نوڪري واري دور ۾ وڌ مان وڌ غير سنڌين (خاص طرح ليڪچرار عورتن) کي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نوڪريون ڏنائين. جڏهن ساڳئي دور ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي وائس چانسلر هڪ بہ سنڌيءَ کي نوڪري نہ ڏني هئي. شيخ اياز جي غير سنڌين کي نوڪريون ڏيارڻ جي حد اها آهي تہ ميرپورخاص جي هڪ پنجاپڻ کي ليڪچرار جي نوڪري ڏيارڻ لاءِ استادن کان زوري ٻاويهہ (٢٢) مارڪون، گريس ۾ ڏياري، نوڪري ڏنائين. اهو انهيءَ ڪري جو هن پنجابڻ جون مارڪون ٿوريون هيون ۽ ڪنهن بہ يونيورسٽي ۾ سيڪنڊ ڪلاس ماسٽر ڊگري واري کي ليڪچرار شپ ۾ نہ کڻندا آهن. (هاڻ دوستو فيصلو ڪريو هن مڪار جي سنڌ دوستي ۽ سچٽائپ جو- هي ڌارين جو

آباد ڪار آهي)

٢- هن پنهنجي دور ۾ ستن (٧) سينيئر سنڌي استادن کي سنڌ يونيورسٽيءَ جي نوڪريءَ مان ڪڍيو هو.

٣- هن نام نهاد ترقي پسند ۽ قومپرست شاعر، پنهنجي آقائن جي پنجابي ٻوليءَ ۾ پنهنجي شاعريءَ جو ترجمو ڪرايو، پر اهو پنجابي شاعريءَ وارو ڪتاب "جو بيجل نه آکيا" ڪي جو بيجل ٻوليو" جو ترجمو ناهي بلڪه سنڌس اهڙي چونڊ شاعريءَ جو ترجمو آهي، جنهن ۾ سنڌس قومپرستانا جذبات پيش ڪندڙ شاعري شامل نه آهي. جيئن آقائن (پنجابين) کي خبر پوي ته هي "ايوبن" ٿي ويچارو شاعر آهي. جڏ اها آهي ته احمد سليم نالي پنجابي کي هڪ سال تائين ترجمي ڪرڻ لاءِ ٻه هزار روپيا مهيني جي حساب سان سنڌ يونيورسٽيءَ جي پاڪ پئسي مان ڏيندو رهيو ۽ اهڙيءَ ريت انهيءَ پنجابيءَ ٻوليءَ وارو ڪتاب تي ڇپائڻ تائين اڌ لک (٥٠،٠٠٠) روپيا خرچ ڪيائين. (انهن پئسن مان ڪو انقلابي يا تعليمي انقلابي ڪتاب يا ڪتاب نئي ڇپجي سگهيا).

٤- عزيز دوستو! هاڻ اوهان پاڻ فيصلو ڪريو ته هي سنڌي ٻوليءَ سان مخلص ماڻهو ٿي سگهي ٿو. هرگز نه جيڪو سنڌ جي پئسي مان (شهرت يا درٻاريت، آقائن کي خوش ڪرڻ) غير سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ڪري، سو ڪهڙيءَ ريت سنڌ ۽ سنڌين جو سڄڻ ٿيندو. هڪ پيرو بيگي فقيرياڻي مرحوم هن جي شعر کي ڦيرائي واهه جوڳايو ته سنڌڙيءَ تي سر سورهيه ڏيندا، پاڙين ناهي ميار.

٥- دوستو! ماڻهوءَ جي پرک ڪرسي ۽ عهدي ملڻ کانپوءِ ٿيندي آهي. ڪرسيءَ ملڻ کان پهرين ته هر دانشور، اديب ۽ سياستدان عوام ۽ قوم جي ڏک ۾ پيو مرندو آهي، پر ڪرسيءَ ملڻ کان پوءِ خبر پوندي آهي ته "مڙس ۾ مٽيا ڪيتري آهي."

٦- سنڌي ٻوليءَ جا محافظو! هي شهرت ۽ ڪرسين ۽ عهدن جا بکيا شاعر، اديب ۽ سياستدان جيڪر پنهنجي انهيءَ مفاد رستي، لالچ ۽ لوڀ واري ڪردار کي ختم ڪن ۽ هڪ روپ ڌارين جيڪو هن اونده واري دور ۾ هر سچار، قلمڪار، دانا ۽ رهبرن کي ڌارڻ گهرجي ته هوند اسان جا ڏک ۽ ڏنجهه ميٽجي وڃن.

جيئن تا پُڇن اُن کي، تيئن جي پڇن پنڌ،
هوند رڙهي لڏائون رند، لتين لُک لطيف چئي. (شاهه)

حقيقت اها آهي ته اسان کي ڌاري ڪاتيءَ سان گڏ پنهنجي ڳن ٻه ته ڪنو آهي ۽ اهي ڳن جيڪي ڌارين جا سدا ساٿاري ٿي پنهنجي وجود جي وڻ کي هرپل ٽڪر ٽڪر ڪن پيا. اهي ساڳيا اديب، شاعر ۽ سياستدان ٿي آهن جن جا ٻٽا روپ آهن جيڪي "پنچن سان

پورا سينچڻ سان سُنک" آهن.

٧- دوستو! ڪو اُتي هن نالي ماتر قومپرست ڪان پڇي تہ هن ڇو؟ پنهنجي پٽ جي شادي پنجاب آرميءَ جي هڪ اعليٰ آفيسر جي ڌيءَ سان ڪرائي، ڇا پاڻ کي بچائڻ لاءِ يا اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ شيخ اياز قومپرست ناهي ۽ انهيءَ جو ثبوت اهو آهي تہ مون (اياز) پنهنجو پُٽ پنجاب مان پرڻايو آهي. سوچڻ گهرجي، اڄوڪين حالتن ۾ پنجابين سان مائٽي ڪندي. اصل مسئلو اهو هو تہ هن کي آسرو هو تہ اهڙيءَ ريت پنجاب شاهي مائٽ سمجهي مهربان ٿيندي ۽ ڪيس پرڏيهہ ۾ سفير ڪري موڪليندي، جتي هو سنڌ يونيورسٽي جيان شامون سهانيون ۽ راتون رنگين بڻائيندو.

٨- لطيف جا وارثو! سڀ ڪان اهم ڳالهہ اِها تہ هي ماڻهو سکر ۾ هفتيوار ٿيندڙ سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيڻ کي پنهنجي گهٽتائي سمجهندو آهي. پر ساڳي سنگت جي وڏي اسٽيج تي صدارت ڪرڻ لاءِ ڊوڙندو ايندو آهي ۽ اسان جي دوستن ۾ مصيبت وري اِها آهي تہ سدائين احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا رهندا آهن ۽ انهيءَ اديب ۽ سياستدان کي وڏو سمجهندا آهن، جنهن جو ڪنڌ سوئر جان آڪڙيل ۽ ڪلي لڳل هوندو آهي ۽ هاڻ آڪڙيل ڪنڌن جي سلامتي واري رسم بند ٿيڻ گهرجي. اسان وٽ پنهنجا سدا سهاڄها اديب بہ آهن. علي بابا ، محمد خان مجيدي ۽ حليم باغي جهڙا ڏات ڌڻي بہ آهن، پر جيئن تہ اهي اسان جا مهمان سدا ملوڪ اديب غريب ۽ اقتصادي طرح هيٺا آهن. انهيءَ ڪري ڪنهن ليکي ۾ ئي ناهن، پر هي قلم جا سچار سدائين ننڍين وڏين گڏجاڻين ۾ گڏ آهن. "گڏيا آهن گڏ، سچڻ ساهہ پساهہ ۾ ، " سدائين اسان ساڻ آهن. پر اهو ايازڙو ڪڏهن بہ اسان جي گڏجاڻين ۾ بنا صدارت واري ڪرسيءَ جي نہ ايندو ۽ جيئن تہ وڏو.....آهي..... ۽ تنهن ڪري کيس مڪمل اجازت آهي، مرضي آهي، ڇا بہ ڪري. غداري ڪري، ڪوفا مٽائي، ٻوليءَ سان غداري ڪري، گهر لُٽائي، ڇو تہ وڏو آهي ۽ وڏا اُٺ بہ ڇيڪ نہ ڇڏيا آهن.

٩- قلم جي تقدس جا رکوالو! اصل ۾ هي ماڻهو وڏو ڊونگر ۽ ناٽڪي آهي. نوڪري ختم ٿيڻ بعد آسرو مليو هُيس "تاريخي ڪار مُنهائين" واري ڪردار جي ڪري تہ سفير جي نوڪري ملندي. پر ويچارو هيڪلو پنجاب، سنڌ جي هيترن سارن ٽوڏين (غدارن، ديسي دلالن) کي ڪيئن خوش ڪري. سيڪو ڪرسي لاءِ پيچ لتڪائو لور- لور ڪندو وتي ۽ هونئين بہ "سامراج چوپيل انب جو ڪکڙو نيهر وات ۾ نہ وجهندو آهي." نئين مند ۾ نئون فروٽ، جيستائين قوم سجاڳ ٿئي ڀهروپين کي سڃاڻي ايستائين پنجاب پيو موجون ڪري. پيٽو ويو، پاڳارو آيو، جوڻيجو آهي ۽ هنن وٽ هن ککڙي "اياز" جي

کهڙي حيثيت، جيڪو ڪم ڏيڻ ڪان ڪرائبو آهي سو هن ڪيو. وڏيڪ هي ڪنهن لائق
به ڪونه هو ۽ نه آهي.

١٠- دوستو! اصل ۾ پي پي پي وارن (جيڪا پنجاب شاهي جي عوامي شڪل
هئي) هن کي انهيءَ لاءِ وي سي بڻايو هو، جيئن "جيئي سنڌ تحريڪ" جو پوٽو پاڙان پٽي
ڇڏي. پر قومي تحريڪن جون پاڙون پاتال ۾ هونديون آهن ۽ انهن کي پٽڻ وارا خود پوٽ
پر وڃي ڪرندا آهن. هن فوج هٿان هاسٽلن تي ريڊ ڪرايو، جساف جا ورڪر ريسٽيڪيٽ
ڪرايا، پر اڄ به جيئي سنڌ جو "آزاديءَ جو اعلان" اونچي ڪان اونچو ٿيندو وڃي ۽ هاڻ هي
پاڻ کي بچائڻ ۽ لڪائڻ خاطر وري قومپرست ٿئي پيو. پهرين "علي الاعلان" پنهنجي
گناهن جو اعتراف ڪري. پوءِ سوچبو ته معاف ڪريون يا سزا ڏيونس. هاڻ ڪنهن کي به
دلاسي ڪري ڦٻڻ نه ڏبو.

١١- دوستو! مزيدار ڳالهه اها آهي ته اڄ تائين ڪو به وڪيل وائس چانسلر نه ٿيو
آهي. آخر هن ڪيئن وائس چانسلري ورتي. ڪي گيت وڪٽي، پوليءَ سان غداري ڪري،
ڌرتيءَ سان غداري ڪري، ڪرسي ماڻڻ وارا، سنڌي سجاڳ آهن ۽ هاڻ نراڌ لڪي نه
سگهندا. دوستو! هن وي سي ٿيڻ شرط غليظ ترين انسان غلام رباني کي پرو وائس
چانسلر ڪيائين ۽ پوءِ پنهي گڏجي سنڌ يونيورسٽي کي ڦريو ۽ لٽيو، ويندي جڏهن اهو
اياز ڙو، يونيورسٽيءَ مان وڃي پيو ته بنگلي مان سرڪاري فرنيچر ڪٺي ويو. (حد آهي
بک جي) وري مزو اهو ٿيو ته اياز جو خوشامدڙو غلام رباني، ڳجهه ڳوهه ۾ وي سي ٿيڻ
جا خواب ڏسڻ لڳو ۽ جڏهن جساف وارا هن جي خلاف ٿيا ته اهو غلام رباني آرميءَ وارن
سان وڃي مليو ۽ اياز جي غيبت ڪيائين ۽ ڪوشش ڪيائين ته ڪيس وي سي بڻايو وڃي
ته جيئن هو سڀ ڪجهه ٺيڪ ڪري ڇڏيندو. پوءِ اياز پنهنجي انهيءَ درباري کي ٢٤
ڪلاڪن ۾ ڊوڙائي ڪڍيو.

١٢- هاڻ اسان جساف وارن جو ڊوڙايل ڪمدار غلام رباني آگرو اسلام آباد ۾
سنڌ دشمني ڪري ۽ ويچارو وڏيرو اياز- هٽ پير پيو هٽي ته پيهر قومپرست بڻجان ۽
وري قوم جي ڪلهن تي چڙهي ڪا ڪرسي هٽ ڪيان. اڄڪلهه اهو "اياز" سنڌ جي غريب
ماڻهن کان ڳريون فيون وٺي، ڦري، غريبن جون چيلهون ڇڀيون ڪري ايذائي پيو. ٻُڪيو
پيسي جو ڳيجهو. دوستو! هن ڪڏهن به ڪنهن غريب جي مفت ۾ وڪالت نه ڪئي آهي.
پر سنڌين جي سورن ۾ سائو رهي ٿو.

دوستو! هاڻ ڪي نادان دوست هن کي پٺائي ٿاني چئي مغز پيا خراب ڪن. جڏهن
ته هي ڪرسيءَ تي وڪامجندڙ، ڪنهن به صورت ۾ پٺائي ٿاني ته ڇا پوئلڳ به نٿو ٿي

سگهي. هينئن پر عظيم انسان پنهنجي جنس ۾ ناياب ۽ اڪيلا هوندا آهن ۽ انهن جو ڪو به جانشين ناهي هوندو ۽ انهن عظيم هستين جو ڪو جانشين بنائڻ وارا پنهنجي عظيم هستين جي توهين ڪندا آهن. ائين ڇئي ته فلاڻو- فلاڻي جو ثاني آهي.

دوستو! "ساس" جي ورڪنگ ڪاميٽي وارن جي انهيءَ عمل تي سخت، افسوس ۽ حيرت ٿئي ته انهن ڪيئن اهڙي ماڻهوءَ کي صدارت لاءِ سڏايو، جنهن ٿورو عرصو اڳ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سخت توهين ڪئي ۽ اعليٰ آدرشي مقصد (آجائپ) سان غداري ڪيائين. سنڌي ادبي سنگت کي سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪرڻو آهي. هنن جو فرض آهي هو پنهنجي ادبي ڪاڇن ۾ اهڙن ماڻهن کي رواجي ڪوٽ به نه ڏين، جن ڌرتي ۽ آجي عزم جون ڳالهيون ڪري ڦري ويا. صرف ڪرسيءَ خاطر، وطن ۽ ٻوليءَ سان غداري ڪندا رهيا. سنڌي ادبي سنگت جو اهم فرض آهي ته هو پنهنجي عوامي طبع اديبن کان اهو فنڪشن ؟ ۾ خاص مهمان ۽ صدارت ڪرائن جهڙو علي بابا، محمد خان مجيدي ۽ حليم باغي وغيره آهن. هنن چوڏهن سالن جي جبر واري عرصي ۾ حليم ۽ محمد خان مجيدي کان وڌيڪ "اياز" قومي جبر تي ڪونه لکيو آهي. پلي ڪٿ ڪري ڏسو، هي هڪ پل به اسان سان گڏ نه رهيو آهي، پوءِ آخر اها صدارت جي ڪرسي ڪهڙي مجتا لاءِ- ڇا غداري جي مجتا لاءِ ڏني پئي وڃي.

بي ضمير، ابوالهوس جي زندگي، ڇا زندگي؟ ڳيجڻي ۽ ڊيبچي ۾، پل ڪٽي پري صدي، مَرڪَ، لوڏ، مام سان، جي ڪتين ڪا هڪ گهڙي، اها گهڙي به ڇاڻ جام، انتقام! انتقام! هر شهيد جي خون سان انجام، انتقام انتقام! سنڌو ديش جو قيام انتقام! انتقام! (حليم)

دوستو! اُهي تمام قومون ۽ سماج هرگز آزادي نه ماڻي سگهندا نه ئي ترقي ڪري سگهندا، جيڪي پنهنجن چمنن ڇپرا پاليندا آهن، جيڪي رات جو ٻولي اهو اعلان ڪندا آهن ته هي رات نه پر ڏينهن آهي ۽ اسان انهن رات جي رکوال ڇپرن کي سجاڻون ٿا.

هي رات جا راڪا ڇپرا، جن کي پرهه جي پڪ نه آ،

پيا سُجن ۾ چرڙاٽ ڪن، الاٽي ڇا ٻڪن پيا.

دوستو! لک افسوس "سنڌي ادبي سنگت" جي اڳوڻي سيڪريٽري تاج جويي تي آهي، جنهن ڪڏهن اياز بابت چيو هو ته "ڏات ويڪوءَ سان بات ٽيئٽي نه آ" هاڻ الاٽي ڇو؟ تاج جويو هُن (سنڌي ٻوليءَ ۽ ڏات جي) "غدارِ اعظم" کي صدارت لاءِ گهرايو. ڇا ٿي سيڪارڻ چاهيو. پنهنجن نندن کي، ڇا ٻولي ۽ ٻولن سان غداري ڪرڻ سيکارڻ چاهي پيو. تاج کي وسري ويو هو. اسين ياد ڏياريون ٿا. ڏيا روشن رهندا "آزمايل کي آزمائڻ

ڏورڙ منهن ۾ پائڻ آهي."

ڏات جي ڏيه ۾، رات ٿيڻڻي نہ آ، گيت سنگيت جي مات ٿيڻڻي نہ آ
همسفر تون سگهن تي چڪن تي پئين، ڏات ويڪوء سان بات ٿيڻڻي نہ آ.
ها هڪ صورت ۾ بات ٿيندي- "اياز" لکت ۾ ۽ زباني، پنهنجي ڪيل ڏوهن کي
باسي تہ- شايد معافي ملي وڃي- ٻي صورت ۾
هر- ڏات ويڪوء سان بات ٿيڻڻي نہ آ.
پارانِ: سنڌي ادبي سنگت- شاخ ڳاڙهي موري، وحدت ڪالوني ۽ ميمبران ڄامشورو ۽
"سنڌي ٻولي سٿ" جا ميمبر ۽ ٻيا دانشور ۽ سنڌ پرست

# جُهنڪو ڦاسيءَ جو ڏرتيءَ کي ڏوڏيءَ تو
## شيخ اياز

(شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ ۱۲- ڊسمبر ۱۹۸۸ تي جشن جمهوريت جي موقعي تي مهمان خاص طور ڪيل تقرير)

اسان پنهنجي تاريخ جي بدترين اونداهي دور مان نڪري چڪا آهيون. اسپين ۾ فرانڪو ۽ پورچوگال ۾ سالزار جي آمريت بہ جنرل ضياءَ الحق جي آمريت کان چڱي هئي. اُتي بہ اهڙا قانون نہ هيا تہ ڪنهن بہ جرم لاءِ انسان سنگسار ڪيا وڃن يا انهن کي ڪوڙا هنيا وڃن. اُتَ بہ ايتري ************* ** ******** نہ آندي وئي هئي، جيتري ضياءَ پاڪستان ۾ آندي هئي. جمهوريت جي بحاليءَ کان اڳ ساڍا يارنهن سال بنيادي حق پائمال ڪيا ويا هئا، قانون ۽ آئينِ کي مذاق سمجهيو ويو، مطلق العنانيت جو دور هو، جنهن وقت بہ هن خودسر، بدنيت ۽ وعده فراموش آمر چاهيو ٿي، پنهنجي مرضيءَ مطابق مارشل لا آرڊيننس ۽ آرڊر نافذ ٿي ڪيا ۽ انسان جي عزت نفس سان هٿ چراند ٿي ڪئي. ساڍا يارنهن سال اهو آه و افغان جو دور هو، بددعائون هيون ۽ لعنتون هيون جي اسان وات تي آڻي نہ ٿي سگهياسين. چو تہ انهن جو اظهار مارشل لا عدالتن جي توهين هيو ۽ ان ۾ قيد بامشقت سزا هئي. شهيد ڀٽي جي گرفتاريءَ کانپوءِ مون چيا چيا نہ ڏٺو هوا گليون ويران هيون ۽ دروازا بند هيا. مان چڻ تہ ڪوئي اجنبي هوس ۽ سياري جي ولهہ ۾ باهڙيءَ جي تلاش ۾ هوس. مون کي ڏسي ڪتا ڏاڍو ڀونڪيا هيا. مون ڏٺو هو تہ هر ڪتي جو قد شينهن جيڏو ٿي ويو آهي. ان وقت مون اهو اردوءَ نظم "ميري، ديده ورو ميري، دانشورو" لکيو هو.

انهيءَ نظم سان ڪراچيءَ ۾ برصغير جي ترقي پسند مصنفين جي گولڊن جوبلي ڪانفرنس شروع ڪئي وئي هئي ۽ اڄ اها اڳڪٿي:

ايک فرعون کيا

لاک فرعون هون

ڊوب هي جائين گي.

پوري ٿي چڪي آهي. اوهان کي جمهوريت ملي چڪي آهي ۽ ڪيئي فرعون ٻڏي

مٿا آهن. آئين ۾ ائين ترميم عنقريب منسوخ ڪئي ويندي ۽ ١٩٧٣ع وارو آئين بحال ڪيو ويندو ۽ محترمہ بينظير جي چواڻي، ڪوئي اوهان جي عزت نفس کي مجروح نہ ڪري سگهندو. ائين نہ آهي تہ دنيا راتورات بهشت ٿي وئي آهي، اوهان جا ڪيترائي مسئلا اڃا اتي ئي آهن، پر اوهان کي پنهنجي جدوجهد لاءِ کلي فضا ميسر آهي اوهان کلي هوا ۾ ساهہ کڻي رهيا آهيو ۽ اوهان کي ڪوڙا هڻڻ وارا تحت السرا ۾ منڪر نڪير جا ڪوڙا کائي رهيا آهن.

ڪنهن مون کي چيو هو تہ ضياءُ الحق تنهنجو نالو بہ **** **** تي رکيو آهي. مون هن کي جواب ڏنو هو تہ قدرت جي **** **** تي هر ڪوئي آهي، ڏسجي تہ ڪنهن جو وارو ٿو اچي. مان تہ هڪ سپنو آهيان، سپني کي گوليءَ سان اڏائيءَ نٿو سگهجي. اوچتو ضياءُ قدرت جي **** **** تي اچي ويو. ڪارونيار ڪڪر هٽي ويا ۽ آزاديءَ جو سورج نڪري نروار ٿيو.

مونکي ڪيئي سال اڳ اها رات ياد اچي رهي آهي، جڏهن مان عبرت جي ايڊيٽر قاضي عابد جي گهر وينٺ هوس. هو تازو اسلام آباد مان موٽيو هو ۽ سپريم ڪورٽ ۾ پٽي جي شنوائيءَ جي باري ۾ ٻڌائي رهيو هو. ڳالهہ ڪندي هن جون اکيون پرجي آيون هيون. پٽي صاحب درخواست ڪئي هئي تہ هن کي سپريم ڪورٽ ۾ گهرائي، هن کي ٻڌو وڃي، ڇو تہ هن پنهنجي ڪيس ۾ پاڻ تقرير ڪرڻ ٿي چاهي. جڏهن پٽو صاحب ڪورٽ ۾ آيو تہ سوين ماڻهو موجود هئا، جن ۾ قاضي عابد بہ هيو. پٽو قيد جون سختيون سهي هڏڙا ٿي ويو هو، پر ان جي باوجود بہ هن جي منهن تي عجيب رونق هئي، هو اڳي وانگر خوبصورت ٿي لڳو ۽ هن جي جذبات جو اظهار اڳي وانگر ولولہ انگيز هو. هن بہ ڏينهن يا ٽن ڪلاڪ تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ ججن کي چيو هو:

ڪنهن سرڪش انسان کي پنهنجي دور جي بادشاهہ موت جي سزا ڏئي پڇيو هو تہ توکي آخري بار ڪجهہ چوڻو آهي تہ هن جواب ڏنو هو تہ "جي منهنجو سر ڪپائين تہ گردن وٽان نہ ڪپائجانءِ پر سيني وٽان ڪپائجانءِ تہ جيئن سيني ڪِپيل سرن کان منهنجو سر اوچو لڳي."

جي اوهان مونکي سزا ڏيو تہ مان بہ اوهان کي ساڳي ڳالهہ چوڻ ٿو چاهيان.

اهو ٻڌي سپريم ڪورٽ ۾ موجود مرد ۽ زالون سڏڪا پري رنا هئا.

پٽي جي شهادت کانپوءِ مون هي وايون لکيون هيون.

ڪئا رات ڪلال

ميڙو ناهي مذ تي.

رات نہ باکر پيار جي
چنڊ نہ ڪنھن جي ڊال
ميڙو ناهي مڏ تي.
پيٽ کي پوٽو ڪيو
جيئڻ جي جنجال
ميڙو ناهي مڏ تي.
مٽان مٽن هتڙا
سيڪي، ٽيا سال.
ميڙو ناهي مڏ تي.
ورنھہ ولھہ وهاٽيا
"موڙها مائيءَ لال.
ميڙو ناهي مڏ تي.
ڀھ ڀھ ڪن ٽا ڀاٽ ۾
هاٽي چور چنڊال.
ميڙو ناهي مڏ تي

* * *

ناهي موت ميار
ووءِ ميان، وو، وو ميان!
صليبن جي سامهون
ڪيڏي آهہ قطار!
ووءِ ميان، وو، وو ميان!
لڙيءَ ۾ لڙڪن پيا
ڪنڌ نوايل يار.
ووءِ ميان، وو، وو ميان!
آهن اڌ ڦلار ۾
ڪيڏا ڪپيل ڏار!
ووءِ ميان، وو، وو ميان!
لال لهوءَ ۾ لونڊڙيون
ڪيڏا ڪير ڪپار!

ووءِ ميان، وو، وومياں!
اُگهو ميان اکيون
پوي جيئن نہ پچار!
ووءِ ميان، وو، وومياں!
سانڍي رکو ساهہ ۾
پنهنجا قول قرار!
ووءِ ميان، وو، وومياں!

پنھنجي شهادت کان پوءِ تاريخ جي دل ۾ ڌڙڪندو رهيو ۽ يارهن سالن کانپوءِ وري اُڀري آيو آهي. پاڪستان جي عوام هن جي ڌيءَ کي ووٽ ڏئي ڪامياب ڪيو آهي، ائين نہ آهي تہ ان ڪاميابيءَ ۾ محترمہ بينظير جي پنهنجي صلاحيت شامل نہ آهي. پر ان ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي تہ ان صلاحيت کي وڏي هٿي اُنهيءَ حقيقت ڏني آهي، جا اڄا تائين عوام جي سيني ۾ هڪ تازي زخم وانگر آهي. اهو زخم ئي منهنجي اُنهيءَ نظم جو باعث آهي، جو عابده پروين، پيءُ جي شهادت کانپوءِ ڳاتو هو:
اويلا وڻڪار
وڻجارن جي واٽ تي
ڏنو سر ڏاتار.
ويويلا وڻڪار
رات بري پنيور مان
هوت هليا هالار
واويلا وڻڪار
ماڻهو تنهنجي موت تي
رنا زارون زار.
واويلا وڻڪار
تو پاتا تقدير جا
هس ڳچيءَ ۾ هار.
واويلا وڻڪار
اڄ ڪلهہ تنهنجي نانءُ سان
پانهيارن کي پار.

انهيءَ نظم کي ٻڌي، ڪنور ۾ ڪنور انسان جون اکيون بہ پرجي آينديون، پر

جڏهن ته مون جنرل ضياءُ الحق جي اکين ۾ اکيون ملائي ڏٺو هو ته مون کي محسوس ٿيو هو ته هن کي انسان جون نه، هڪ آدمخور چيتي جون اکيون آهن ۽ انهن مان تارا مسيح گهوري رهيو آهي.

ڀٽي جي شهادت کانپوءِ عوام ۾ بربريت ۽ وحشانيت جا جذبا اُڀاريا ويا، ڪن کي سرعام ڪوڙا هنيا ويا، ڪن کي ڦاسيون ڏنيون ويون. عوام کي ائين نچايو ويو، جيئن مداريءَ جي ڏبڪيءَ تي پوليا نچايا ويندا آهن. پلاٽ، قرض ۽ ٻيا فائدا ڏئي ٻي ضمير سياستدان خريد ڪيا ويا. ريڊيو، ٽي وي ۽ اخبارن کي ڪوڙ ڳالهائڻ تي ائين مجبور ڪيو ويو، جيئن گوئبلز به نه ڪيو هو. نيٺ هن ائين ترميم ڪري مارشل لا لاڳو ۽ ايم-ايل- آر ١٠٧ نافذ ڪري، هڪ هٺ سان جمهوريت ڏئي، ٻي سان کسي ورتي. هن جي دور ۾ نفرتن ۽ تعصب جا اوڙاهه ڀڙڪايا ويا ۽ دنيا کي جهنم بڻايو ويو. هو بندوق جي زور تي ارهه زورائي ڪندو رهيو ۽ ڪنهن کي خواب خيال ۾ نه هيو ته هو اڏامي ويندو. منهنجي شعر جي ڪتاب "اڪن نيرا ڦليا" ۾ ڏسندو ته ان ساري دور جو عڪس آهي.

ڪنا ڪالهه ڏنار، ته ڳوڙها ٿمجي ويا .
ڏڻ ۾ ات ڏڪار، ڪيڏيون ڇيپون ڇاڻ ۾.
اوشل آزادي اچي، چوڏهينءَ چنڊ جيان
رهندي رات اجان، ڪارونجهر تي ڪيترو.
آزادي مون ڏي ڪهي، آئي منهنجي پار
کهنبي ويس ڪنوار، جهڙي ٻاڪ بسنت جي.
آزاديءَ ۾ چنڊ، آهه اڳي کان موهڻو
ڇڻ هي سارو منڊ منهنجي منهن کي ٿو ڇمي.
رات نه ساڳي رات آ، ڏينهن نه ساڳيو ڏينهن
آزاديءَ جو مينهن، لڻءَ لڻءَ ۾ لارون ڪري.

اهو ڪتاب اليڪشن کان به ٽي ڏينهن اڳ ڇپيو هو. دراصل منهنجي من تي آئينده جا پاڇاوان پوندا هئا. ڪنهن ٽي ڇاتو ته ساري سنڌ محترمه بينظير لاءِ ووٽ ڪندي. پر منهنجو من، جو هن ديس جي ماضي، حال ۽ مستقبل سان واڳيل رهيو آهي، ان اهو اڳ ئي پروڙي ورتو هو ته نجات ويجهي آهي. ماڻهن آمريت ۽ ان جي ڇاڙتن جي پاڙ پٽڻ لاءِ ووٽ ڏنا، ماڻهن جمهوريت لاءِ ووٽ ڏنا، ماڻهن سيڪيولر ازم لاءِ ووٽ ڏنا، ماڻهن شهيد ڀٽي کي ووٽ ڏنا. مون پنهنجي آپيرا "ڀڳت سنگهه کي ڦاسيءَ" ۾ لکيو آهي. جو جهٽ پٽ مٽڪو ساسيءَ جو

تو ٽوڙي جهٽڪو ڦاسيءَ جو
۽ لاش هوا ۾ لوڏي ٿو
سو هن ڌرتيءَ کي ڌوڏي ٿو.
ڪجهه صدين لئه ڀونچال جيان
هي پنهنجو موت سوال جيان
ڪنهن وقت ته اُڀري اڀٽو آ
سو مڌ اڳي پو مچٽو آ
جو لهڪي سڀ کي لال ڪري
۽ جنهن سان ڀر ڀر ديس ڀري
هر ماڻهو رڪ نه ٽيٽو آ
جيون جي جڪ نه ٽيٽو آ
ڪو صديُون وڙهندو رهندو آ
۽ رت ۾ رڙهندو رهندو آ
ان منزل ڏانهن حياتيءَ ۾
جا پاتي هئي هن جهاتيءَ ۾
۽ جيئن جيئن وقت گذرندو آ
هو اڳ کان اڳرو ورندو آ
ڪي ماڻهو آهن ڳاڻ ڳڻيا
تو اربي جن کي موت مٽيا.
تاريخ اندر هو ڌڙڪن ٿا
ڪجهه وقت اُجهامي ڀڙڪن ٿا.
هن ڀيءَ تي پنيٽ پنيٽ ٿي،
ڪنهن وقت اچانڪ پر ڳهٽ ٿي
هو پنهنجو ٻارڻ ٻارن ٿا
۽ ڳٽ ڳچين جا ڳارن ٿا.

اهو نظم مون ڀٽي صاحب جي شهادت کان ڪافي وقت اڳ لکيو، پر هو به انهن انسانن مان هو، جن لاءِ مون چيو هو:

ڪي ماڻهو آهن ڳاڻ ڳڻيا
تو اربي جن کي موت مٽيا.

۽ اوهان ڏٺو ته:

تاريخ اندر هو ڏڙڪن ٿا

ڪجھ وقت اجهامي پڙڪن ٿا.

تاريخ پٽي شهيد کي هن جي ڏيءَ ۾ موٽائي آندو آهي. مون کان جڏهن ڪوئي پڇندو هو ته ضيا مان ڪيئن نجات ملندي؟ ته مان هن کي چوندو هوس ته تاريخ جي ************ ******** مان آسرو نه لاهي. مان لينن گراڊ ۾ اهو آرورا ڪروزر (****** *******) ڏٺو هو جو نيوا نديءَ ۾ اجا تائين بيٺو آهي، ڪنهن ٿي چاتو ته اتان خلاصي چار فير ڪندا ۽ روس جي انقلاب جي شروعات ٿي ويندي. ڪنهن ٿي چاتو ته ڪُلڪتي ۾ منگل پانڊي، هڪ گولي هلائيندو ۽ ١٨٥٧ع جو بلوو شروع ٿي ويندو، جو ساري هندوستان کي لپيٽ ۾ آڻيندو. ائين تاريخ جون ڪجھ سوچ کان بعيد ڳالهيون ٿينديون آهن ۽ جي نيٺ وجود ۾ اينديون آهن، پوءِ انهن جا سبب انساني هجن يا سماوي. اهي ڳالهيون تاريخ جو وهڪرو ڦيرائي ڇڏينديون آهن.

هتي انهن قوتن خلاف ڪيئي سال دانشور، شاگرد ۽ سياسي ڪارڪن محاذ آرا هئا، جي جمهوريت ۽ عوامي انقلاب جون دشمن قوتون هيون، جنرل ضيا جا هٿ مضبوط ڪري رهيون هيون ۽ انهيءَ استحصال ۾ ڀاڱي ڀائيوار هيون. يارهن سال ضياءَ جو ظلم ۽ ستم جاري رهيو ۽ ائين ٿي لڳو ته فرانڪو وانگر ضياءَ به چاليھ سال اقتدار ۾ رهڻو آهي. هڪڙي حادثي، اتفاقي يا شعوري، دنيا بدلائي ڇڏي ۽ اها ڪوشش جا ڪيئي سال ڪئي وئي هئي، ڀهريون ڀيرو بارآور ٿي. اليڪشن طوفان وانگر، ڪيئي جهونا وڻ پاڙان پٽي، ڦٽي ڪيا ۽ عوام هڪ ئي ڌڪ سان آمريت جا ٿوڻيون ۽ ٽنيا ڊاهي ڊير ڪري ڇڏيا.

اوهان يارنهن سالن کان ********** ***** ********* *****) جو نعرو هنيو آهي ۽ آمريت جي دور ۾ حالتون اهڙيون هيون جو اوهان پنهنجي رويي ۾ حق بجانب هيو، پر اوهان کي اهو نه وسارڻ گهرجي ته آمريت خلاف جدوجهد ۾ تعليم کي ڪيترو نه نقصان پهتو آهي. هاڻي اوهان آزاد هوا ۾ ساھ کڻو ٿا، جمهوري انقلاب اچي چڪو آهي، آمريت دفنائجي چڪي آهي ۽ اوهان ئي ويءَ تي ان جو ڳورو تابوت ڏٺو آهي. هاڻي اوهان تعليم ڏانهن توجھ ڏيو، تعليم سان ئي نئين دنيا اڏي سگهجي ٿي، تعليم سان ئي نوان نعرا جنم وٺي سگهجن ٿا، نعرا، جي زندگيءَ جا ساٿي هوندا آهن ۽ نه موت جا.

# اديب جو ڪردار

## ڊاڪٽر نجم عباسي جي خاص تحرير

هڪڙي رسالي وارن، انٽرويو دوران مونکان پڇيو هو تہ توهان اهو مضمون پڙهيو هوندو جنهن ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ شيخ اياز ٻين ٻولين جا شعر ترجمو ڪري پنهنجي نالي ۾ ڇپرايا آهن. ان تي توهان جو تبصرو؟

مون سوچيو تہ شيخ اياز شهرت جو اهڙو ٻکيو تہ ڪونهي جو هن کي ائين ڪرڻو پيو هجي. اهو ء تہ ٿي سگهي ٿو تہ اهو محض اتفاق هجي. ائين بہ تہ چوندا آهن:

*******************

دنيا جي وڏن ڏاهن جي ويچارن ۾ سدائين هڪجهڙائي هوندي آهي، ٻين ٻولين ۾ پڙهيل خيال، اسان جي لاسعور ۾ ويٺل هوندا آهن ۽ پوءِ ڪا ڪهاڻي يا مضمون لکندي، اهي استعمال ڪري ويندا آهن.

مونکا ياد ٿو اچي تہ ڪجهہ وقت اڳ عبدالواحد آريسر "پروڙ" رسالي ۾ شيخ اياز تي هڪ علمي ۽ تنقيدي مضمون لکيو هو. ان رسالي جي ٻئي پرچي ۾ اعجاز منگيءَ، آريسر جي ان مضمون جو جواب ۽ شيخ اياز جي فائدي ۾ مضمون ڇپرايو هو. آريسر جو تہ عالماڻو مضمون هو. پر منگيءَ جي مضمون پڙهڻ سان يڪي تاثرات منهنجي ذهن تي اڀريا هئا، سي هي هئا تہ "شاعر هڪ غير ذميوار شخص ٿيندو آهي ۽ هو لڏندڙ جهومندڙ موالي مڙس ٿيندو آهي، جو ڪڏهن هوش ۾ هونود آهي ۽ ڪڏهن نہ."

شيخ اياز جي مٿئين ترجمي واري رٿيل اعتراض تي ڪهڪ اديب (نالو ياد نہ اٿم) شيخ اياز سان پنهنجي دوستي يا پنهنجي عقيدتمندي نڀائڻ خاطر جواب ۾ هڪ مضمون ڪنهن اخبار ۾ ڇپرايو هو. مضمون پڙهندي صاف پئي محسوس ٿيو تہ ليکڪ کي خبر آهي تہ "سچ" ڇا آهي ۽ اهي شعر شيخ اياز جا اصلي شعر نہ پر ترجما ڪيل آهن، تنهن هوندي بہ هو هرو ڀرو ان "سچ" کي اهڙا جڙتو پردا پارائي لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، جن سان مرڪوٽي "سچ" وڌيڪ وائکو ٿي رهيو هو ۽ خود ليکڪ بہ اها ڳالهہ محسوس ڪري رهيو هو، وري بہ آفرين هجي سائين صوبي گيانچندالٽيءَ کي، "جنهن کي جڏهن

شيخ اياز جي ان ڪارنامي جون ثابتيون ڏيکاريون ويون ته هن "هزار داتان" جي انٽرويو ۾ چئي ڏنو ته صاف ظاهر آهي ته شيخ ايز هي غلط ڪم ڪيو آهي ۽ هن کي اهو قبول ڪرڻ گهرجي.

مون ان رسالي جي انٽرويو وٺندڙن کي متئين سوال جي جواب ۾ چيو هو ته شيخ اياز جٺرو جاڳندو وِيٺو آهي، هو سوال هن کان وڃي پڇو.

شيخ اياز جي لکڻين يا ڪردار تي اعتراض ڪيا ويندا آهن، احتجاج اپرندا آهن، الزام هنيا ويندا آهن، ٽيڪا ٽپڻي ڪئي ويندي آهي يا هن جي مخالفت ۾ ليک لکيا ويندا آهن ۽ پمفليٽون ۽ پوسٽر شايع ڪيا ويندا آهنرون ٻڌو آهي ته هو انهن مان ڪنهن جو به جواب نه ڏيندو آهي. مون ننڍي هوندي ٻڌو هو ته مولانا ابو الڪلام آزاد بہ سندس تي ڪيل ڪنهن اعتراض يا ٽيڪا ٽپڻي جو جواب ڪونہ ڏيندو هو.

پنهنجي تازي شايع ٿيل ڪتاب "خط، انٽرويو، تقريرون ڀاڱو- ٢" ۾ شيخ اياز لکي ٿو: "..... مون پنهنجيءَ مخالفت کي اهميت نہ ڏني آهي ۽ هن وقت تائين ان جي جواب ۾ ڪجهہ بہ نہ چيو آهي، ڇو تہ ان جي نوعيت ادبي نہ آهي ۽ ڪنهن غير ادبي ڇڪتاڻ لاءِ نہ مونکي رغبت آهي ۽ نہ فرصت....." (صفحو ١٠١) انهيءَ مخالفت کي بہ اهميت نہ ڏني آهي، جا شخصي ڪردار جي حدن کي ڇهي ٿي؟ ڇا هي ترجمي وارو مامرو ادبي نہ آهي؟ جي شيخ اياز اهڙي جواب کي اهميت نہ ٿو ڏئي تہ پوءِ پليجي ۽ گرامي صاحب جن کي منع ڇو نہ ڪيائين تہ هو ايڏا ڏکيا ڏکيا جواب، جن جا شيخ اياز پاڻ بہ بار بار حوالا ڏنا آهن، سي لکڻ جي تڪليف نہ ڪن! يا هو واندا ماڻهو هئا؟

ساڳئي ڪتاب ۾ شيخ اياز لکي ٿو: "تہ وري مون پنهنجي ڪنهن نقاد کي هيل تائين جواب ڏنو آهي. هڪ تہ منهنجا نقاد ايتري توجهہ جا مستحق نہ آهن ۽ ٻيو تہ مون وٽ ايترو وقت نہ آهي جو پنهنجي بچاءَ ۾ وڃايان. منهنجو بهترين دفاع منهنجي شاعري آهي." (صفحو ١٦٧) منهنجي خيال ۾ هڪ فنڪار کي پنهنجي پاڻ بابت ايڏي خوشفهمي هجڻ نہ گهرجي. نقاد سائين محمد ابراهيم جويي ڪان، شيخ اياز پنهنجن ڪيترن ئي ڪتابن جا مهاڳ ڪهڙي حساب ۾ لکرايا آهن؟ مون مولانا گراميءَ کي پاڻ چوندي ٻڌو هو تہ شيخ اياز کي اسان (ايڊيٽرن، نقادن) ئي شيخ اياز بڻايو آهي!

مان سمجهان ٿو تہ تنقيد جو جواب نہ ڏيڻ وارو رويو درست ۽ دانشور راڻو نہ آهي. موجوده دور ۾ پارٽيءَ تي تنقيد، اڳواڻن تي تنقيد، ڪارڪنن تي تنقيد ۽ خود تي تنقيد، ساهت ۽ سياست ۾ جائز ۽ ضروري بڻجي ويئي آهي ۽ ان تنقيد جو جواب ڏيڻ بہ اوترو ئي ضروري ٿي پيو آهي. مولانا مذهبي ماڻهو هو ۽ مذهب ۾ تنقيد جو سوال ئي

ڪونہ هوندو آهي.

شيخ اياز انقلابي هو، پر ڪجهہ سال جيل جون سختيون سهڻ ۽ زندگيءَ جي سڪن کان وانجهيل رهڻ سان گڏ پنهنجي هيڏي ساري ڪمائيءَ کان محرومي، هنکي بورجوا بنائي ڇڏيو آهي. هاڻي هن جو ڪردار هڪ بورجوا وارو وڃي رهيو آهي ۽ نہ هڪ انقلابيءَ وارو. هاڻي بہ هو شعر انقلابي ان ڪري چئي ٿو سگهي، جو هن جو دنيا جي ادب ۽ شاعريءَ جو اڀياس نهايت وسيع آهي ۽ ان اڀياس جي زور ۽ هيانو جي سچائيءَ تي هو انقلابي شعر ٺاهي سگهي ٿو. هن کي خبر آهي تہ انقلابي ادب ۽ شاعري ڇا آهي؟

جيڪڏهن اهڙي قسم جي ماڻهن جو، تنقيد ڪندڙن يا احتجاج ڪندڙن جي باري ۾ خيال آهي تہ قلندر پنيان ڪيئي ڪتا پيا ڀونڪندا رهندا آهن تہ پوءِ هنن کي ياد ڪرڻ گهرجي تہ هن زماني ۾ ماڻهو قلندرن کي سڃاڻي ويا آهن تہ هو جاهل، نڪما، ڍونگي ۽ پينو ٿيندا آهن ۽ جيستائين ڪتن جو تعلق آهي تہ اهو جملو چوندرن کي سوچڻو پوندو تہ عوام کي اهو لقب لائڻ ۽ ڪتن سان تشبيہ ڏيڻ ڪيتري قدر درست آهي!

اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ ڪنهن بہ سنڌي شاعر، جنهن وٽ ڪرسي آهي ۽ هن وٽ نوڪريءَ لاءِ ڪا جڳهہ خالي آهي ۽ هن وٽ بہ اميدوار اچن ٿا، هڪ سنڌي ۽ ٻيو غير سنڌي ۽ ٻنهي وٽ هڪجهڙيون ڊگريون ۽ لياقتون آهن، پر اهو اها نوڪري غير سنڌيءَ کي ڏئي ٿو تہ پوءِ سمجهو تہ ان سنڌيءَ شاعر، ان سنڌي اميدوار کي قتل ڪري پنهنجي شاعريءَ جو هڪ هڪ ڪتاب جي هڪ هڪ صفحي تي، ان قتل ڪيل سنڌيءَ جي رت جو ليپو ڏيئي ڇڏيو.

پڙهندڙ کي جڏهن نهن قومي شاعر جي ابتڙ ۽ اڻوڻندڙ ذهنيت ۽ ڪردار جي ڪل پوندي آهي تہ هن کي وڏو صدمو رسندو آهي ۽ پوءِ هو شعوري طرح هن جي شاعري پرهڻ ڇڏيندو آهي ۽ لاشعوري طرح هن جي پڙهيل شعر وسارڻ لڳندو آهي. ڪنهن بہ قومي ساڃهہ جو اپرڻ گهٽو ڪجهہ ڪري سگهي ٿو.

سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل، يوسف سنڌيءَ جو نهايت اهم ڪتاب "سدا سرها گل" شايع ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ دنيا جي ويهن عظيم انقلابي شاعرن، اديبن ۽ فنڪارن جون جيونيون ڏنيون ويون آهن. هي دنيا جي جدا جدا ملڪن جا رهاڪو هئا ۽ انهن ملڪن جا حاڪم سامراج، بورجوا ۽ ڊڪٽيٽر هئا. هنن انقلابين کي جسماني سزائون ڏنيون ويون، ذهني پيڙائن سان آزاريو ويو، ڪال ڪوٺڙين ۾ پوسائيو ويو،س لان جا سال اڪيلائپ جي قيد ۾ پيڙهيو ويو، جلاوطن ڪيو ويو، شهر نيڪاليون ڏنيون ويون، هنن جي پيارن کي مارايو ويو، هنن کي بکن، بيمارين ۽ بيروزگارين سان چيپاٽيو ۽ نپوڙيو ويو، هنن

ڪي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو، هنن کي بندوقن جو بک بنايو ويو...... هو مرندا مري ويا پر پڇاڙيءَ تائين پنهنجي انقلابيت جي مقصد تان نه هٽيا ۽ نه آڻ مڃيائون. هنن کي هزارين لالچون ڏنيون ويون، عهدا آڇيا ويا، انعام آڇيا ويا ۽ عياش ۽ مسرت ڀري جيون لاءِ هرڪايو ويو، پر هنن پنهنجي وطن ۽ انقلابيت جو سودو ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ ڪنهن به آمر يا بورجوا حڪومت آڏو نه جهڪيا.

هي ڪتاب پڙهڻ سان اسان جي ذهنن ۾ جا جوت جاڳي ٿي، ان جوت ۾ اسين پنهنجي ملڪ جي "عظيم" شاعرن ۽ اديبن کي چٽي طرح پرکي ۽ پروڙي سگهون ٿا.

هن ڪتاب "سدا سرها گل" جي پبلشر ناز سنائيءَ شروع ۾ نهايت ڪرائتو ۽ واکاڻ لائق صفحو "به اکر" لکيو آهي. ان جو پڇاڙڪو ٽڪرو هن طرح آهي: "۽ ٻئي طرف پڙهندڙن جي ذهنن ۾ به اها ڳالهه اڀري سگهندي ته سنڌ جي قلمڪارن ۾ ڪهڙي کوٽ آهي، جن کي هر عظيم انقلابي هيرو پيا سمجهن، انهن جي اصل عظمت ڇا ۾ آهي ۽ پڙهندڙن کي پنهنجي قلمڪارن کان اهڙي تقاضا ڪرڻ گهرجي."

اسان وٽ اديب جي ڪردار ۾ ٻچاپڙائي ۽ ٻٽو معيار پڌري پٽ آهن. هن جي "چوڻ" ۽ "ڪرڻ" ۾ وڏو فرق آهي. هو گفتار جو گوريلو ته آهي، پر ڪردار جو نه. هو سماج جو نه رڳو حساس ۾ حساس پر ذميوار ۾ ذميوار شخص هجڻ کپي. هن تي وڏي سماجي ذميواري آهي. جو ماڻهو هن جون لکڻيون پڙهن ٿا، جن ۾ هو سماجي برائين کان بچڻ ۽ سماجي خوبين کي ڇهڻ جي ڳالهه ڪري ٿو. ائين برابر آهي ته جنهن سماج ۾ هو ڏينهن رات گذاري ٿو، هن جو دامن ان جي برائين کان ڏاڍو مشڪل سان بچي سگهي ٿو، پر شوري طرح ڪوشش ڪري ڪس ڪائي مشڪل کي منهن ڏئي به، پاڻ کي ٻين جي مقابلي ۾ وڌيڪ صاف رکڻ گهرجي، جيئن ماڻهو به محسوس ڪن ته اديب جي هلت چلت، سماج ٻين فردن کان ڪجهه نه ڪجهه مٿيري آهي. ماڻهو جنهن اديب کي پڙهندا آهن، تنهن اديب جو هنن جي ذهن ۾ هڪڙو تصور ٺهي ويندو آهي ۽ جڏهن اهي پڙهندڙ پنهنجي ان اديب کي واقف ٿيڻ تي يا روبرو ڏسڻ تي، پنهنجي قائم ڪيل تصور مطابق نه ڏسندا آهن ته هنن کي ڏاڍي مايوسي ٿيندي آهي ۽ انهن اديبن جون لکڻيون محض منافقتون ڀاسينديون آهن. ڪجهه سمجهدار پڙهندڙ اها اميد رکندا آهن ته جيڪي ڪنهن اديب يا دانشور ۾ ڪا سماجي برائي هوندي ته به عام ماڻهن جي ڀيٽ ۾ گهٽ هوندي، پر ڪڏهن ته قصو مرڳوئي ابتڙ هوندو آهي.

هر ڪو سنڌي اديب، پنهنجين لکڻين ۾ سنڌي ٻوليءَ تي ساهه ڏيندو آهي، پر انهن مان ڪي اهڙا به آهن، جي پنهنجن ٻارن کي سنڌي ڪونه پڙهائيندا آهن، ڪي وري پنهنجن

گهرن ۾ خاندانن ۾ اردو ڳالهائيندا آهن. ڪي وڏيرا اديب، پنهنجن هارين تي پين وڏيرن کان وڌيڪ ظلم ۽ زيادتيون ڪندا آهن. ڪي ڪامورا اديب رشوت جا رڪارڊ ٽوڙيندا آهن ۽ پنهنجي حاڪميءَ جا مسڪينن مٿان بي مثال راڳ ڪندا رهندا آهن. ڪي اديب پنهنجي وڏ ماڻهپيءَ ۾، پري پري کان آيل پنهنجن پڙهندڙن ۽ مداحن، جي غريب هوندا آهن، تن سان ملڻ کان انڪار ڪندا آهن ۽ پنهنجي گهر جي در تان ئي هنن کي موٽائي ڇڏيندا آهن. ڪي سٺ سالن جا پوڙها اديب، پندرهن سالن جي نوجوان نينگريءَ سان شادي ڪندا آهن. ڪي اديب هڪ ئي وقت ٻه يا ٻن کان وڌيڪ زالون پرڻبا آهن. ڪي اديباڻيون ڏسي وائسي اهڙن مردن سان شادي رچائينديون آهن، جن وٽ اول ئي زالون موجود هونديون آهن. ڪي اديب غير سنڌي عورتن سان شادي ڪندا اهن، انهن مان ڪي تہ اول ئي هڪ زال جا خاوند هوندا آهن. شادين جي مٿين بدترين سماجي برائين جي معاملن ۾ عذر بڻايو ويندو آهي. "پيار ۽ محبت" جهڙي زندگيءَ کان وڌيڪ پياري، هماليہ کان وڌيڪ بلند ۽ ماءَ جي پيار لاءِ قرباني ڏيندڙ کان وڌيڪ قرباني گهرندڙ جذبي جي نالي ۾ ٻين انسانن تي ظلم ڪندا آهن.

ڪي اديب نشي ۾ مست ٿي، هوش حواس وڃائڻ کي فخر سمجهندا آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ هو پيئڻ کانسواءِ لکي ئي نہ ٿا سگهن.

سنڌ جو سماج، اديبن سميت، "چوڻ" ۽ "ڪرڻ" جي رڳ جي روڳ ۾ ورتل آهي. جتي بہ ڪجهہ ماڻهو ڪچهري ڪرڻ ويهندا تہ گفتگوءَ جو مرڪز سياست هوندو ۽ سياست ۾ بہ طبقاتي ۽ قومي آجپائيءَ واري هر ڪو عملي قدم کڻڻ تي زور ڏيندو اهي. ڪو چوندو آهي تہ ڳالهيون گهڻيون ڪيونسين، هاڻي اسان کي عملي ميدان ۾ ٽپڻ گهرجي. ڪو چوندو اسان کي هٿياربند سياست ڪرڻ گهرجي. ڪو چوندو گوريلا جنگ ڪرڻ گهرجي. ڪو چوندو هينئن ڪرڻ گهرجي، ڪو صلاح ڏيندو هونءَ ڪرڻ گهرجي. ڪو ويٽنام جي هٿيار بند جنگ جو مثال ڏيندو، ڪو ڏکڻ آفريڪا جي ويڙهہ جو تفصيل ٻڌائيندو....... پوءِ جي ان ڪچهريءَ ۾ ڪو باهمت ۽ باسعور شخص، اٿي بيهي چوندو تہ توهان سڀئي سنڌي ۽ مظلوم آهيو، اٿو، هينئر هٿيار کڻو تہ سنڌ جي دشمنن سان هن گهڙيءَ ئي جنگ جوٽيون جيئن سڀن ارادو ڏيکاريو آهي، تہ سڀ ويٺل سنڌي اتي جو اتي ڦري ويندا ۽ بهانا گهڙيندا..... ڪو چوندو تہ مان تہ بيمار آهيان مان ڪيئن هلندس...... ڪو چوندو تہ منهنجا ننڍا ٻار آهن مان ڪيئن هلندس...... ڪو وراڻيندو تہ مان ڪرارو ۽ ڪمزور آهيان مان ڪيئن هلندس.... ڪو جواب ڏيندو تہ مان نوڪريءَ وارو آهيان مان ڪيئن هلندس......

ملي جو رويو بہ ساڳيو آهي. هو مسجد ۾ ممبر تي چڙهي، قرآن، حديث، آيتن، عالمن، تبين ۽ پيغمبرن جا حوالا ڏيئي، تڙي ڦاڙي چوندو: "مومنو! جهاد ڪريو، جهاد فرض آهي، جهاد خدا جو فرمان آهي!" جڏهن ممبر تان لهندو ۽ حاضرين چوندس تہ "سائين ٿيو اڳيان تہ هتان ئي سڌو ٿا هلون جهاد تي!" تہ هڪدم منهن جي پڪائي ڪري چوندو تہ "جهاد تي وڃڻ ۽ جهاد ڪرڻ توهان جو ڪم آهي، منهنجو ڪم آهي جهاد جو رڳو وعظ ڪرڻ!"........

وڏيرا بہ هوندا آهن بچ تي، بہ وڏيرا هڪٻئي جا ويري ٿيندا تہ پنهنجن پنهنجن هارين ۽ غريبن کي بچ ڪندا تہ مخالف وڏيري جي ماڻهن کي مارين، باقي پاڻ پري سلامتيءَ واري جڳهہ تي ويٺا هوندا. مرندا ۽ ماريندا پيا رڳو مسڪين ماڻهو.

سو ملي، وڏيري ۽ اديب ۾ ڪهڙو فرق ٿيو؟ اديب بہ جو ڪجهہ لکن ٿا، سو بہ ملي جي وعظ ۽ وڏيري جي بچ وانگر آهي، باقي هن جي لکڻين تي عمل وجي پيا ڪن! اسان انقلاب تڏهن آڻي سگهنداسين جڏهن بين سان گڏ اديب جي ڪردار ۾ پڻ چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ فرق نہ رهندو. اديب پنهنجي لکڻين جو عملي ڪردار پهرين پاڻ تي ڏيکاريندو. اديب چئبو ئي اهڙي انسان کي.

توهان ڪنهن اديبن جي چورياريءَ ۾ يا ڪن اديبن وٽان پڙو هوندو تہ توهان ڪنهن جي شخصيات تي چو ٿا وڃو ۽ اديب جي شخصي زندگيءَ تي حملو چو ٿا ڪريو؟ اهڙا سوال تڏهن اٿندا آهن، جڏهن ڪنهن اديب جي ڪٿي ڪردار جي اپٽار ڪبي آهي. يا خود اهو واسطيدار اديب ئي اهڙي قسم جي ميار ڏيندو آهي يا شڪايت ڪندو آهي. چيو ويندو آهي تہ توهين اديب يا شاعر جي فن کي ڏسو، هن جي شخصي زندگيءَ ڏي چو ٿا وڃو! يا وري چيو ويندو آهي تہ هن جي خانگي زندگيءَ کي وچ ۾ چو ٿا آڻيو، توهان هن جي فن کيڏسو، جيئن سياستدانن لاءِ چيو ويندو آهي تہ توهان هن جون تقريرون پڙو، هن جي ذاتي بدڪرداري ۽ خانگي جيون کي نہ ڪوڙيو. بهرحال اهي جاگيرداري دور جا رويا آهن.

اهي سوچون اڳئين جاهلاڻي جڳ جون آهن. هاڻي ماڻهو ليڊر يا ليکڪ جي پوري جيون ڄاڻڻ ۽ پرکڻ چاهين ٿا ۽ هن جي شخصيت ۽ ڪردار جي باري ۾ سڀ ڪجهہ پچن ٿا ۽ پوري ڄاڻ حاصل ڪري، ان مان اثر وٺن ٿا ۽ هن جي تقريرن ۽ تحريرن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، ان تي تنقيد ڪري، پوءِ وشواس ڪن ٿا.

ماڻهو شعوري طرح يا لاشعوري طرح طبقاتي سماج کان پنهنجي جند آجي ڪرائڻ چاهين ٿا. گهٽ ۾ گهٽ اديب ۽ فنڪار کي ان ۾ شعوري ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، فن ۾ تہ عمل ۾ بہ.

اديب جڏهن ٻين کي ڪجهه ڪرڻ لاءِ چوي ٿو، تڏهن هن کي پاڻ به جلسن، جلوسن، تحريڪن ۽ هٿياربند سياست جي عملي ڪيتر ۾ عوام سان گڏ، ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي موجود هجڻ کپي، جيئن برادريءَ سان ڏک سک ۾ شريڪ ٿيو آهي. ان ريت هن جي لکڻين ۾ نه رڳو اصليت، حقيقت، گهرائي ۽ سچائي اچي ويندي، پر هر ڳالهه جو عملي مشاهدو هجڻ ڪري، هن جي فن ۾ ڀرپور اثر به پيدا ٿي پوندو.

مان پڇاڙيءَ ۾ وري به چوندس ته اديب ايستائين مڪمل اديب بڻجي نه ٿو سگهي، جيستائين هو پنهنجي قوم جي عوام سان گڏ عمل جي ميدان ۾ ٽپي نه ٿو پوي. هاڻي اهو زمانو ختم ٿيڻ کپي، جنهن ۾ اهو پئي سمجهيو ويو ته ليکڪ جو ڪم فقط قلم سان آهي ۽ قلم ترار کان تکو آهي. هاڻي سنڌين جي حالتن ۽ مسئلن جي تقاضا آهي ته اديب کي هڪ هٿ ۾ قلم هجي ۽ ٻئي هٿ ۾ ترار.......

# فيصلو تاريخ ڪندي

## آدرش ارشاد شيخ

آمريڪي ناولسٽ ۽ ڪهاڻيڪار ارنيسٽ هيمنگوي هڪ انٽرويو ۾ چيو هو ته: "اديب هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ جيان ٿئي ٿو جيئن ڪنهن ننڍڙيءَ غلطيءَ سبب ڇوڪريءَ جي ڪنوارپ ختم ٿي سگهي ٿي، تيئن ئي اديب پڻ ننڍڙي غلطي ڪرڻ سبب ختم ٿي سگهي ٿو."

برک سنڌي شاعر شيخ اياز هوندي به ڪافي غلطيون ڪري چڪو آهي؛ جن کي لڪڻ ورجاءُ ٿيندو. هتي آءٌ ڏنگو هن مهان ڪويءَ جي هڪ غلطي، سندس فن ۽ ذات جي حوالي سان پيش ڪندس.

ڪوبه ذات ـ ڏٺي جڏهن پنهنجي ذات وڃائي ويهندو آهي ۽ جڏهن ان جي ذهن ۾ سوچن جا ساگر خشڪ ٿي ويندا آهن، ته پوءِ هو ٻين تخليق ـ ڪارن جي تخليقن کي چورائي، پنهنجي تخليقي سگهه جا خال ڀريندو آهي.

اسان وٽ سنڌ ۾ اديبن ۽ ادب پڙهندڙن ماڻهن جا ڪتابن کي پڙهڻ جا وسيلا محدود آهن ان جا ڪجهه سبب آهن. هڪ ته لائبريرين جي کوٽ ٻيو انهن ۾ انگريزي يا پرڏيهي ڪتابن کي خريد ڪرڻ جي مالي طاقت ڪونه آهي ۽ ان مجبوريءَ جي مانواري شيخ اياز کي پليءَ پٽ ڄاڻ آهي ۽ جيڪڏهن شيخ اياز ان مجبوريءَ جو فائدو وٺي، ڪنهن بيوقوف ٻٽائي پاڻ کي مها ڪوي ۽ نون خيالن جو ڏٽي پيش ڪري ٿو ته اها سندس ڀُل آهي، ڇو ته ڪوبه ڪانءُ جيڪڏهن پنهنجي مٿان مور جا پَر هڻندو ته اُهو مور ڪونه ٿي سگهندو.

اهو صحيح آهي ته وڇون پهاڙ کي نقصان نه ٿو رسائي سگهي، پر اهو به وسارڻ نه گهرجي ته جڏهن ڌرتي ڌُڏندي آهي ته پوءِ ڪوبه پهاڙ سلامت نه رهندو آهي.

سنڌ جي نئين نسل ۾ جيڪا ذهني ۽ فڪري واڌ (Growth) ٿي آهي، ان جي اڳيان اڏول ۽ پراڻا بت پورا پورا ٿي رهيا آهن. سنڌ جي نوجوان جي پڙهڻ (Study) جا وسيلا ڪن مجبورين سبب محدود آهن، پر هو پاڻ پتوڙي ٿو ۽ ان جون اکيون سڄي دنيا جيِ ادبي تحريڪن ۽ تخليقي لاڙن ڏانهن پڻ کُليل رهن ٿيون. جيڪڏهن شيخ اياز يا ٻئي ڪنهن وڏي اديب/ شاعر کي اهو وهمُ آهي ته سنڌ جو نوجوان رڳو برصغير ۾ سرجيل ادب ۾ قائل آهي ۽ ڪيس دنيا جي ٻين حصن ۾ سرجندڙ ادب جي ڪا خبر ڪونهي ۽ هُو ٻين پرڏيهي مهان تخليق ڪارن جون لکڻيون چورائي ۽ پنهنجي نالي ۾ شايع ڪرائي، پڙهندڙن جي اکين ۾ مرچ وجهي پنهنجو ادبي قدُ اوچو ڪندا ته اِها سندن وڏي غلطي آهي.

وقت ڪنهن به ڏوهيءَ کي ڪونه بخشيندو آهي ۽ ڪوبه ڪُڌو ۽ ڇسو ڪمَ گهڻي وقت تائين تاريخ جي بي رحم هٿن کان ڪونه بچي سگهيو آهي ۽ نه ئي بچي سگهندو.

شيخ اياز فن ۽ ذات جي حوالي سان هڪ وڏي غلطي ڪئي آهي. اها غلطي جيڪڏهن ڪو سيڪڙات شاعر پنهنجي نالي شايع ڪرائڻ جي شوق ۾ ڪري ها، ته اهو ڏوهي ته هيو پر ان تي ميار ڪونه هئي، پر شيخ اياز جهڙو مهان شاعر، جنهن جو سنڌي ادب ۾ وڏو حصو آهي، اهو اهڙي ڇسي حرڪت ڪري ته اهو ڏوهي آهي.

شيخ اياز جي اها غلطي مان ته لڪايان ها، پر ضمير مونکي اجازت نه ڏني، ڇو ته اڄ نه سڀاڻي ان غلطيءَ جو پردو هٽي وڃي ها، ڇو ته وقت ۽ تاريخ وٽ ئي سچ ۽ ڪوڙ جو فيصلو ٿيندو آهي ۽ شيخ اياز جي ان غلطيءَ جو فيصلو پڻ تاريخ ڪندي.

شيخ اياز جي غلطي اها آهي ته پنهنجي هڪ مجموعي "واٽون ڦلن ڇانئيون" جا ڪيترائي نظم/نظمن جا ٽڪرا ۽ مرڪزي خيال ٻين مهان شاعرن جا ترجمو ڪري پنهنجي نالي ڏنا آهن ۽ اها چوري هڪ ڏوهه آهي ۽ ان ڏوهه جو فيصلو تاريخ ڪندي.

هاڻي شيخ اياز جا نظم ۽ پرڏيهي نظم پيش آهن. اها غلطي پيش ڪرڻ تي شيخ اياز جو نالو لوئڻ ڪونه آهي پر هڪ سوال آهي ته شيخ اياز آئين ڇو ڪيو؟

شيخ اياز مهان شاعر آهي، سندس هڪ وڏو Image آهي ۽ هو Image هن غلطي پيش ڪرڻ سان ڪيترو ڊهي/نهي ٿو؟ ان جو فيصلو تاريخ جي هٿن ۾ آهي، نه ڪي شيخ اياز جي نام نهاد پنيرائي ڪندڙن جي هٿن ۾ آهي.

۽ فيصلو تاريخ ڪندي ڇو ته تاريخ سڀ کان وڏيڪ سگهاري آهي.●

ڪتاب جو نالو -

# ”واٽون ڦُلن ڇانئيون“

شيخ اياز

سڳنڌ پبليڪيشن لاڙڪاڻو
سال ۱۹۸۵ع

CELESTIAL FLAME

I am,
A tiny feeble lamp—
When the stars in sad autumn skies are extinguished by the wind
—Let them be extinguished—I shall burn

۱- مان هڪ ننڍڙو ڏيئو آهيان
جڏهن ستارا سياري جي
مينهن ۾ لڪي وڃن
مان ٻرندو رهندو آهيان.
(صفحو ۱۱۸)

POET: BAHRAD (PAGE: 476) (ARMENIA)

*Glimmer*

Darkness
Is sensed a little
When the mind
Of the bat strikes.

۲- جڏهن چمڙا پَر ڦڙڪائن ٿا
اونده جو انيوءَ ٿئي ٿو.
(صفحو: ۱۲٦)

POET: FAZAL HUSNU (PAGE: 458)

*Bloodless*

When you say two,
Don't be so happy.
Two exists
By killing one time and again.

۳- جڏهن تون چوين ٿو، "ٻه"
تڏهن تون چاهين ٿو
ته "هڪ" کي خون ڪيو وڃي.
(صفحو: ۱۲۱)

POET: FAZAL HUSNU (Turkey) (PAGE: 459)

*Howl*

What dogs
Can't exhaust for all their barking
Is the silence
Of the earth

۴- ڪُتا
ڀؤنڪي ڀؤنڪي
ڌرتيءَ کان پنهنجي مات ڪسڻ
چاهن ٿا!
(صفحو: ۱۲۸)

POET: FAZAL HUSNU (PAGE: 462)

I have suffered much in this world,
I have shed many tears in this world.
And eyes that have not shed tears
Have seen nothing in this world.

POET: AVEDIK
(Armenia)
(PAGE: 168)

٥- ڇا اُنهيءَ اک
جنهن مان ڪڏهن به ڳوڙهو نه
وهيو آهي
دنيا ۾ ڪجهه ڏٺو به آهي!
(صفحو: ١١٧)

---

Small,
like the bullet in the bore
of the rifle;
small as the acorn waiting to sprout.

Small
as the pinch of salt
that seasons the table.

POET: GEVORG EMIN
(Armenia)
(PAGE: 160)

٦- هائو، اسان ننڍا آهيون
رائيفل جي ناليءَ ۾ گوليءَ وانگر
هائو، اسان ننڍا آهيون
لوڻ جي چپٽيءَ وانگر
جنهن ڪانسواءِ
دسترخوان اجايو لڳندو آهي ـ
هائو، تون وڏو آهين
پوليءَ پهاڙيءَ وانگر
جنهنجو اندر ڪاڏل آهي
ءِ جا ڦهڪو ڏيندي دير ئي نه
ڪندي آهي.
(صفحو: ١٠٦)

---

*You Went Away*

You went away . . .
But I know, I know,
Wherever you go, I will be with you, I will come to you;
I am within you so very much already
That there is no room for others there . . .
Though a thousand eyes sparkle before you,
I will look through the eyes of every maiden;
Whoever speaks to you, my voice will reach you,
My whisper will cling to your ear.
When you walk in the streets lit with electricity,
My gaze will reflect from every lamp;
If the thick velvet of the trees should touch you,
They will stroke your tired face with my caress.

٧- تون جتي به هوندينءَ اُتي مان تو
وٽ هوندس.
مان تو ۾ آهيان ۽ اُتي ٻي ڪنهن
لاءِ جاءِ نه آهي.
توکي هر نهار ۾ منهنجا نيڻ
نهاريندا نظر ايندا،
هر آواز ۾ مُنهنجو آواز ٻرندو

ملندو،
تنهنجيءَ هر ڏياريءَ ۾ منهنجي
جوتيِ جلندي رهندي
۽ هر هوليءَ تي تون منهنجي
رنگُ ۾ رڱيل هوندينءَ؛
جي تون ڪوئي ڪتاب پڙهندينءَ
تہ مان اُن جي اکرن مان اُڀري
ايندس،
۽ منهنجي ڪويتا تنهنجي هردي
۾ هُرندي رهندي،
مان هير وانگر تنهنجيءَ دريءَ
مان تو وٽ ايندس
۽ جي تون دري بند ڪري
ڇڏيندينءَ،
تہ مان طوفان ٿي ايندس
۽ اُن جا تاڪ ٽڪرا ڪري
ڇڏيندس،
۽ مان توکي، تنهنجي جيون کي،
تنهنجيءَ آتما کي ڏونڌاڙيندس!
تون ننڊ ڪري نہ ٿي سگهين
جيستائين مان جاڳان ٿو،
تو ۾ جاڳان ٿو -
مان جو تنهنجي آتما آهيان
تون مون کي وساري نہ ٿي
سگهين.
(صفحو: ٩٥)

If you go home and submerge yourself in your books,
Again I will appear out of the pages,
I will turn into the tobacco-smoke at your lips,
I will come in through the window with the breeze.
If you close your window, I will turn into a storm,
Into a gale and smash your panes
And invade your room,
and your world,
And I will stir up
your papers,
your life,
and your sc 1 . . . !
No, you cannot, you cannot forget me . . . !

POETESS: SYLVA GABOUDIKIAN (Armenia)
(PAGE: 165)

---

٨- اوهان جهونيِ ٻڙ وانگر آهيو
منهنجا ماروئڙو!
اوهان جون جٽائون، اوهان جي

*The Walnut Tree*

There is a walnut tree
growing in the vineyard
at the very edge of the world.

My people, you are like
that huge ancient tree—
with branches blessed by the graces

but sprawling
over the small corner of land,
roots and arms spread out
and spilling your fruit
to nourish foreign soils.

POETESS: SYLVA GABOUDI
(PAGE: 166) (Arm...

چانو دور دور تائين ڦهلپل آهي
(صفحو: ۹۸)

---

*Armenian Proverbs and Sayings*

46. The sugar would eat itself if only it had teeth.
(PAGE: 184)

۹- کمند کي ڏند هجن ها ته پاڻ کي
چلي وڃهي ها.
(صفحو: ۱۱٦)

---

2. Always tell the truth in the form of a joke.
(PAGE: 183)

۱۰- يوڳائي ٿيءُ بچي ويندين؟
يوڳ يوڳ ۾ سچ بڏائي رهيو
آهين!
(صفحو: ۱۱٦)

---

39. The blacksmith's horse is always shoe-less.
(PAGE: 184)

۱۱- ڪامريڊ! لوهر جي گهوڙي کي
نعل نه هوندا آهن!
(صفحو: ۱۱۷)

---

31. Pigs never see the stars.
(PAGE: 184)

۱۲- چا مرون به ستارن کي ڏسندا
آهن؟
(صفحو: ۱۲۱)

NAME OF ENGLISH BOOK.
"THE PENGUIN BOOK OF TURKISH VERSE."
Edited By: NERMIN MENEMENCIOGL
YEAR: 1978

### For You

For you, my brothers and sisters,
Everything is for you.
Night is for you, and day;
The light of day in the daytime, of the moon at night;
The leaves in the light of the moon;
The restlessness of the leaves;
The wisdom of the leaves;
A thousand and one greens in the light of day;
The yellows, too, are for you, and for you the pinks;
The feel of flesh against the palm of the hand,
The warmth of flesh,
Its softness;
The comfort of lying down;
Good mornings are for you;
For you the masts swaying in the harbour,
The names of the days,
And the names of the months;
The paint on rowboats is for you;
For you the postman's feet,
The potter's hand.
The sweat that runs on foreheads,
The bullets spent at the front;
For you the cemeteries, the tombstones,
The prisons, the handcuffs, the hangings;
For you,
Everything is for you.

POET: ORHAN VELI
(PAGE: 258)

۱۳- مان پنهنجو وقت گذاري چُڪو
آهيان
منهنجا نوجوان دوستو!
هاڻي مون تي ڪائي ميار نہ
آهي.
هاڻي چانڊوڪيءَ ۾ چميون
اوهان لاءِ آهن،
ماڪ ۾ پنل ڦُلڙيون اوهان لاءِ
آهن؛
ٻاڪ ڦٽيءَ جو ننڍاڪڙا پاڳر
اوهان لاءِ آهن،
مان پنهنجو وقت گذاري چُڪو
آهيان،
ڪنڌيءَ تي سڙهہ سنباهيا بيٺا
آهن،
هو جي جَر ۾ ڏينڌا موهيندڙ
هيون
مون اُنهن کان موڪلائي ڇڏيو
آهي؛
ڪنڀار جا هٿ
يا قاصد جا پير
سڀ توهان لاءِ آهن منهنجا
نوجوان دوستو!
۽ اوهان لاءِ آهن پگهر جا ڦڙا
جي پيڙا ۾ نرڙ تي اچي ويندا
آهن،
۽ گوليون
جي ظالم خودشناس مظلومن کي

هٹندا آهن،
اوهان لاءِ آهن قبرن تي ڪُتبا،
زندان، زنجيرون،
ڪال ڪوٺڙيون، ڦاسيءَ جا ڦندا ـ
سڀ ڪجهہ اوهان لاءِ آهن
مان پنهنجو وقت گذاري چڪو
آهيان.
(صفحو: ۹۴)

### I Want a Country

I want a country
Let the sky be blue, the bough green, the cornfield yellow
Let it be a land of birds and flowers.

I want a country
Let there be no pain in the head, no yearning in the heart
Let there be an end to brothers' quarrels.

I want a country
Let there be no rich and poor, no you and me
On winter days let everyone have house and home.

I want a country
Let living be like loving from the heart
If there must be complaint, let it be of death.

POET:- CAHIT SITKI
(PAGE: 232)

۱۱- منهنجو ديس اجا مون کان دور
آهي،
اُن ۾ نيري آسمان هيٺان سايون
ٽاريون آهن،
اُن ۾ نہ ڪنهن جي دل ڏکايل
آهي،
۽ نہ ڪنهن جو مٿو سُور ۾ ڏري
رهيو آهي،
اُن ۾ هر ڪنهن کي بارش ۾ ڇت
آهي
۽ بکايل ڪانوَ کي اڇلائڻ لاءِ
مانيءَ ڀُريو آهي،
۽ اُن ۾ دنبورو درياهہ جون لهرون
ٿي وڄو آهي،
۽ اون ۾ ماڻهوءَ جا پساهہ پيار ۾
ٺُپ آهن.
زندگيءَ سان ڪنهن کي بہ
شڪايت نہ آهي
جي ڪائي شڪايت آهي
تہ موت سان آهي.
(صفحو: ۱۰۷)

۱۵- ڪاش! مون وٽ اهڙي جادوءَ جي لڪڙي هجي،
جا مان ڌاڙهونءَ جي وڻ کي هڻان
۽ اُن جون ٽاريون ڪيچلين ڪنوارين وانگر کِل ۾ ويڙهجي وڃن
۽ اُنهن تي ڌاڙهن بدران ڳاڙها مٺول ٻار جمن؛
جن کي مان پنهنجيءَ ٽوڪريءَ ۾ ڪٺي اچان
۽ پنهنجيءَ شاعريءَ جي پرستان ۾ ڇڏي ڏيان.
(صفحو: ۱۲۴)

*If I Had a Magic Wand*

If I had a magic wand
If where I struck
Roses bloomed
Flying roses.

If I had a magic wand
If I could strike a pomegranate tree
And make the pomegranates burst with laughter,

And baby-faced girls
Stick out their heads
One by one from the boughs,

If I could stuff them into my pockets
And take them to my crystal palace
To live happily ever after
In a fairy tale.

( PAGE: 217)

---

۱٦- سمنڊ کي پنهنجون گهٽيون آهن،
سوڙهيون ۽ ويڪريون،
جن ۾ آواره مڇيون
چڪر ڪاٽينديون آهن.
(صفحو: ۱۱۸)

The sea has its own streets
where the fish live
wide
narrow.

POET: RECUMENT BEHZATLAY
(PAGE: 218)

---

*Freedom*

۱- ڇا هتي آزادي ڪانه آهي!
گدڙ آزاد آهن
مڪيون آزاد آهن
هتان جا دانشور آزاد آهن،
شاعر ٽي.ويءَ تي نعتيہ مشاعرا ڪن ٿا،

Hey you
Traitor to our country
Filthy brute
There is freedom in this country freedom
Freedom in Yenishehir
Freedom in Kavaklidere
Freedom inside freedom outside
Freedom come freedom go
Grey-eyed freedom in the street that smells of musk
Hit a melon in the navel
Freedom comes out
Or a Gumushane apple with your tooth

Freedom on your tongue
Freedom in your nose
Your ears are free aren't they your ears
Freedom of ears
Freedom for birds and hens and flies
The flies of this country
The flies of this country are free
The intellectuals of this country
The intellectuals of this country are free
Look at Ali Bey
He goes to what barber he chooses
Gets a clean shave
Who would dare to interfere?
Because he is free, the rogue
A freeman son of a freeman
And then what about Black Mehmish
Don't talk about Black Mehmish
That rascal is also free
He is free I tell you

هي هاري آزاد آهي
جي چاهي ته پنهنجي مٽي مان
جوئان پلي نه ڪڍي،
هرڪوئي آزاد آهي، آزاد، هن ڌرتي
ڌرتي ڌرتيءَ تي -
ڌرتي جن ۾ نانگ لڪي ويندا آهن
۽ بگهڙ پنهنجا ٻچا ڪندا آهن.
(صفحو: ١١٠)

### *In Granite*

Something is going to happen.
I know it.
Each time I start to write I feel
the sharp foreboding of
something leaning forward:
the same feeling that comes before love,
when a glance or a touch on the arm
fills me with the pungence of a strange flower
or a new ointment
(or do I pour the fragrance into these?)

My nostrils flare
like the panther's
breathing-in the shiver
of the unseen gazelle. But
I am bodiless. A fever.
A passion. A focus. A dot in time.
I wait for the silent deer, that drinking gazelle.
In whose eye will I drown? I do not know.

I only know I dread that perhaps
instead of love, a mocking flirtation;
instead of song, mocking sounds;
instead of deer, a rabbit
will spring upon me
ending my eagerness.

Poet: Grenorg
(Page: 161)

٢- مان هر نئون نظم لکي سوچان ٿو
ته ڪوئي اچڻو آهي.
مونکي هر نئين ست ائين ٿي لڳي
ڄڻ مان ڪنهن اڻ - ڇهيل ٻانهن
کي ڇهان ٿو
۽ قافيا ائين ملي وڃن ٿا
جيئن چپ چپن سان ملي ويندا
آهن.
اي اُجايل هرڻي!
تون ڪٿي ڇپيل آهين؟
هڪ بڪايل واگھ وانگر
مون کي تنهنجي خوشبو اچي رهي
آهي
۽ مون ڪيتري وقت کان
شڪار نه ڪيو آهي.
(صفحو: ١٢٦)

٣- مان جنهن تاريءَ کي ڏوڏيان تو
اُن مان پنڙ ڇڻن ٿا،
پنڙ جي ڪڏهن ساوا
ڪڏهن ڳاڙها آهن -
منصورا! مان توکان بہ اڳتي
ڪري چُڪو آهيا
مون لاءِ تہ ڪو شبلي بہ نہ رهيو
آهي. (صفحو: ١٢٨)

If I shake the branches,
Only decay will drop from them
Stones,
Stones—no fruit
Even the springs
Are stones, even the fresh breeze
Stones moistened with blood
My cry a stone, my mouth a rock
My legs a wind straying in the wastes

POET: BADR SHAKIR
( Page: 86)

---

٤- بکارڻ
اڌ اُگهاڙي
ڌرتيءَ تي ليٽي پيئي آهي
۽ ڌرتيءَ تي ڪِرندڙ مينهن ڦڙا
جڻ مُئي ڏاڳي سان
هن جا ڦاٽل ڪپڙا سبي رهيا
آهن.
(صفحو: ١٠٦)

*A Mirror for Autumn*

Have you seen a woman
Carrying the corpse of Autumn?
Have you seen a woman
Rubbing her face on the pavement,
Weaving her dress
With threads of rain?
People
Are burnt-out coals
On the pavement.

POET: ADONIS (ALI AHM SAEED
(Page: 65)

---

٥- جڏهن بہ مون کي تنهنجي ياد
ايندي آهي،
منهنجن هٿن تي نرگس جا گل
ڦٽي پوندا آهن-
هٿ، جن سان مان تنهنجيون
اکيون ڍڪي،
تنهنجن چپن کي چمبندو هوس.
جڏهن بہ مون کي تنهنجي ياد
ايندي آهي
تڏهن ائين لڳندو آهي
تہ ڪائي هرڻي سارا سنتر چڙهي
ڪنهن اُوتڙ تي آئي آهي -

*'Neither did I see such loves*
*nor such partings'*

Each time I think of you
A gazelle skips down, drinking
At the water hole,
And I see the meadows growing.

Each evening a green olive
And a slice of blue
Take us to their arms.

Each time I think of you
Roses grow at my fingers,
I give water to horses,
Loving the mountains more.

POET: ILHAN BERK
( Page: 283)

آؤنڙ، جنهن ۾ سوين ستارا
جرڪي رهيا آهن
۽ جنهن ۾ نيرو آسمان ٻڏي ويو
آهي.
جڏهن به مون کي تنهنجي ياد
ايندي آهي،
مون کي ساوا ميدان نظر ايندا
آهن،
تنهنجي پاڪُر وانگر وڏا، ساوا
ميدان!
هائو، جڏهن ڏينهن ڏاڍو تپي ويندو
آهي،
تون مون کي ڏاڍو ياد ايندي آهين.
صفحو: ١٣٩)

Book:

*Song About Our Stones*

O, stones.
You are history itself!
We lived in misfortune, in poverty,
and we built mournful buildings
as monuments to darkness.
The builders with doomed eyes
wiped the blood and sweat from their brows
and used black stones in the walls
that were like our black fate.
Black are the melancholy monasteries,
and the ancient temples are black.
The worn features
of my Armenia are revealed by them.
O, sad, black, mournful stones,
of the floors,
the ceilings,
the walls,
murky,
smoke-stoned,
dents hollowed out in floors
by kneeling supplicants!
But somewhere, colorful and varied,
hidden quietly in corners,
some stones of happiness were concealed
in the earth,

٦- اي رني ڪوٽ جا پٿرو!
هي وڻ جي اوهان ۾ پٿر ٿي ويا
آهن
انهن جي ڇانوَ ۾ ڪير ڪير ويٺا
ها؟
اُنهن جي لامن تي
ڪهڙن ڪهڙن پکين لاتيون لنويون
هيون؟
اُنهن ۾ ڪهڙا قَل قول ٿيا ها؟
ي ڌرتيءَ هينان پٿرو!
ڌرتيءَ مان ٻاهر نڪري اچو!
جڏهن گهاٽا جهڙ ٿين
۽ مينهن جون اوڙڪون وَسن
۽ پاڻي نئن - موسن ۾ ارڙاٽا
ڪري وهي،
اجان وڏيڪ ٻاهر نڪري اچو!

like bits of coal under ashes.
O, stones that slept through all the centuries,
You who have known grim times,

O, stones, rose-colored,
lilac and violet stones!
You have come out of the depths,
which were so unfitting for you.
Come up, up,
onto the earth.
You have struggled up to the people
and the earth has been gladdened!
The spring colors of the new wells
are like the color of our spring days,
And the full destiny of my Armenia
is like the destiny of her stones.
The new day has awakened them
with gentle hands.
O, stones, rose-colored,
lilac and violet stones!

POETESS: SYLVA GRA
(Page: 164)

اوهان، جي اسان جي تاريخ
آهيو
۽ اجا تائين ان کان لڪل آهيو،
اسان اوهان کي ڏسڻ چاهيون
ٿا.
پاڻ سان اُهي بهار کڻي اچو
جن ۾ اهي پٿر ٽيل وڻ ڦولارجي
پون،
۽ اسانجين اکين کي ٿڌاڻ بخشن
(اسان جون اکيون جي لُڪن
لوسائي چڪيون آهن)
۽ پنهنجيءَ ساواڻ سان
هن ڌرتيءَ کي لهلهائي ڇڏن!
(صفحو: ٩٦)

A white bird on a green river, two
then three,
One electric pole, two
three bushes.
More than that (roofs
and clouds and stalks of grass)
cannot be counted from a train,
which is why I am not mentioning them.
In fact, I think I'll simply note
just one bird,
possibly only its wings.

---

He was standing at the top of a tree
wearing blue overalls
sawing.

Suddenly his face tore open
his body twisted like a branch
hands filled up with wind
and he fell.

I saw all this from a train window
after a meadow
before a team of horses.
I note only the falling.
I didn't hear the scream.

(POET: T. CARMI
(Page: 256)

٧- چانهه، پنهنجي نيري لباس ۾،
ٻير جي ڌاريءَ تي ويٺي هُئي،
اوچتو هن جي ڇهنب ڦاٽي وئي،
هن جو بدن ٻير جي ڌاري وانگر
مُڙي ويو،
هن جا چنبا اُپا تي ويا
جڻ هوا جي ڌاريءَ کي پڪڙيو
هئائون،
۽ اوچتو ڦهڪو ڏئي هيٺ ڪري
پئي
۽ مري وئي؛
۽ آسمان اُن تي پنهنجو نيرو ڪفن
وجهي ڇڏيو.
(صفحو: ١٢٩)

*Ballad of the Home*

1
He couldn't remember his father's home—
Men come to this world born as men,
But as if marked with sin,
He came to the world . . . exiled.

He couldn't remember his father's home.
When in Alexandretta, the hammer
In his hand to build
a house – his own
Said his mother:
"My son, don't torture yourself
Placing stone on stone in vain;
All you need is a shack to get by;
It's all the same,
Sooner or later you'll go away . . ."

His mother was killed, her words survived;
The Turks had reached Alexandretta,
And surrendering the half-built house
To the catastrophe, he left for Lebanon.

2
He couldn't remember his father's home—
But after he became a father,
In Beirut one day he picked up the hammer
To build a house—his own—
Said his wife:
"In vain you make the walls solid,
Dig deep foundations, adorn the pillars;
Don't take the foreigner's land as yours.
Sooner or later you'll go away . . ."

The poor woman died, her words survived;
Then welcome news of the Return arrived,
And, leaving the half-built house behind,
He went back to his father's land.

3
He couldn't remember his father's home—
Already feeble, shaky and old,
When in Yerevan he picked up the hammer
To build a house—his own—
Death said to him:
"Old man, heavy with sin,
What more do you want from this fleeting life?
Who cuts stone and mixes mortar
With one foot already in the grave?"

٨- هو پنهنجو گهر ناهي رهيو هو
هن جي ماءُ هنکي اکين ۾ گهوري
ڏٺو ته هو ڪيس اجنبي لڳو،
۽ پوءِ اکين ۾ ڳوڙها آڻي، هن کي
چيائين،
"تو پنهنجي پيءُ جو گهر نه ڏٺو
آهي، تڏهن، تون هتي پنهنجو گهر
ناهي رهيو آهين،
جي تون پنهنجي پيءُ جو گهر
ڏسين ها ته هتي گهر نه ناهين ها!
"منهنجي مڃين ته ڪائي ڪکائين
جهوپڙي اڏ ته اُها ڪنهن به وقت
اسان ڀُڏڻ، ڪان سواءِ ڇڏي
سگهون.
"چو ته اڳي پو اسان کي تنهنجي
اباڻي گهر موٽي وڃڻو آهي."
(صفحو: ١٠٠)

# پَڙهندڙ نَسُل ـ پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڳڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۾ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڻَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَڻَ پَڻَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)